

# ڪلام

## فقير محمد مُحسن "بيڪس"

مؤلف

فقير احمد بخش عرف مٺل مسرور



بيدل يادگار ڪاميٽي

2006ع

ڪتاب جو نالو: ڪلام فقير محمد مُحسن "بيڪس"
پهريون ڇاپو: 2006ع
مؤلف: فقير احمد بخش عرف مٺل مسرور
ڪمپوزنگ: طارق حسن هيسباڻي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ٽائيٽل: فضل الرحمان ميمڻ
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي فون: 2737290
ڇپائيندڙ: بيدل يادگار ڪاميٽي

مُلهه: =/150 رپيا

ملڻ جا هنڌ
عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر- ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور، اردو بازار ڪراچي-
شاهه لطيف ڪتاب گهر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد. سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ،
تلڪ چاڙهي حيدرآباد- نيشنل بوڪ اسٽور، بندر روڊ لاڙڪاڻو-
جنيد بوڪ اسٽور، نئون چوڪ دادو-





## انتساب

### اَبوي فقير غلام علي مسرور بدوي

ڏانهن

جنهن مون کي ٽن ورهين جي عمر ۾ ئي پاڻ
آڳرڪان وٺي تصوف وارن سان وقت بوَقت پئي ملايو.

- مثل مسرور بدوي







كتاب جو مؤلف: فقير مٺل مسرور

چند تبرڪات سان گڏ ويٺل

(1) خرقو مبارڪ: حضرت شاهه عنايت (جهوڪ وارو)
(2) عصيٰ مبارڪ: سيد عبدالوهاب شاهه گيلاني (پاگناڙي)
(3) سِتار مبارڪ: فقير محمد محسن بيڪس
(4) مڪتوبات مبارڪ: بياض فقير بيدل، بيڪس ۽ سڪايل

ڪاتب: فقير غلام علي مسرور



# فهرست







# ڪافين جو وچور

اي شهنشاهہ قلندر بادشاهہ بينظير
اچي تيءُ راه ۾ رهبر قلندر سر سبحاني
آهيان درويش مان دلريش بلڪل
اٽڃاڻن سان يار جادوگر
آهان پاڻ الله عشقون ٿو عبد سڏايان
اباڻن جي اکير راتيون ڏينهن روئاري
آئي بهار بنست بهاريو، هر جابرهہ بهاري
آوسين ڪڏان دلبر ميڏي ڪول
آيا بيڪس هويا بلبل ويکو گلشن حسن سارا
آءُ ميان دنبيرا ڪرڳالهہ، رلمل بيٺا رقيبان نال
آمل ماهي يار پيارا، آوس ويڙهي دوست پيارا
اسان سانگ ڪمين ڪنون آئي هون
اسان شاهي چوڙڪي آئي هون
آمل ماهي مين هان ماندي جادوگر يار جاني
ايڏا نازنہ ڪر ووجاني
اي ميرا دلبر مکهہ سون پردا دور ڪر
بحمد الله ڪريان تعري رب جي
بيدل بادشاهہ بلڪل هادي
برهہ پلي ڪري آئين، تنهنجا تي پنڌ پُڇايان
بنائي ساز صورت جو ڪهڙا تون لڪ لڪائين ٿو.
برهہ بازاري عشق آزاري
بره ڪئي باندي، وي سڄڻان
بيٺا منجهہ بازار لاهوتي مون لکيا
بيڪس سان بيپرواهي ناه مناسب منڙا توکي
بيقدران نال ياري شل ڪمين دي نہ هووي
بره ڪيتس بيمار، وس نہ ويچاري دا
بيوس پئي هان وس نهين چلندا
بازي عجب بنائي آدم نام ڏرا ڪي
باروچل سان جيڏيون منهنجي شل ڪارهي.





ٻارو چوٻُڏي ٻاڏايان شل ڪا مهر ڪري
ٻانهي ٿي ٻاڪاري، موٽ مٺا ماندي هان
تيري تصوير مجهکو يار تامحشر سجن هوگا
تل نہ پوسي ترس مئن نہ ڇاتا يار سڃاتا
ثم وجدالله آکڪي، آپ هويا اظهار
پالين ٿو ننگ نماڻن مرشد مٺا تون مولا
پير مغان مون کي پر جهايو رمزن وارو راهہ
پير مغان مشهور آ بيدل سدا دائم مدام
پاڻ ڏاڍن سان لنوڙي نہ لائجي
پانڌي ادا پرکي چئج ٻاصد ادب سجدو ڪري
پلپل پون ٿا پورڙي سڄڻن سندا هي سورڙي
پنهل وني ويا ڪري مون سان ڏاڙو
پيا بسنتي ڪرويس آيا آپ عجب رنگ لايا
پيارا پريت عجب تولائي برهہ تيڏي ڪيتا بيمار
جاني جلويدا ماهي منصبدار آيا سجن آيا آيا
جاني اوهان لئہ ئي گوندر گذاريان
جلي هي جان جيڏيون سڄڻ کي ڪو سمجهائي
جي تون درسن ڏين هڪ واري
جن جي هٿان ويڙا پرين
جنازه لي چلو يارو سجن ڪي ڪوچي مين ميرا
جائون مين ٻلهار نت نت سڄڻان اتون
جي تون طالب عين عدم تان ڪوئي نہ ڇوڙج دم
جي تون وحدت خيال ڪما وين منصب عشق دا پاوين
جوشي پوتي سگهي کولو ويکو دلدار ڪب آوي
چنڊ چوڏهين رات مليس ماروئڙن کي
چوان ٿو حمد حضرت شاهہ سلطان
چشما ڏاڍي چوٽ چلائي پُل گيا سارا ڏوهہ ثواب
چاڪ ڏتا سانون چاڪ، چاڪ ڪيتي درماندي دلڙي
چا کئون رُسي وئين راڻا ڪڏهن پر چندين پيارا
چوڙ جاندا دلدار اس نون ڪوئي سمجها وي
حسن حيرت يار ڏاڍا چرچا لايا
حسن بيرنگي رنگ مين آيا ميڏي من کون پانوندا هي
حضرت عشق تو آسر ميڏي



# حق بالحق بيدل مطلق

حڪايت حالت هجران تومي داني ومي دانم
خونيءَ جون خمدار زلفان زوروڙهن ٿيون
خوني خماري چشمان چٽن ٿيون
دلربا دلدار يار ڏس ويچاريءَ ڏي وري
دردون دلڙي ڪڙي پڪاري
دم نون سمجهه سنيار جاڳ مسافر رين ڳئي
دين ڪفر درڪار نهين جي عشق سانون گهرندا يار
دلبر آيا ديس سکيان ڏيو مبارڪ
ديدان والي دام راهه مسافر قيد جو ڪيتا
ديدان واليَ دام محڪم ڪيتا مين نون
درد ڪنون دل مادي ميڏي
درد ڪنون رخ زردا پيلا برهه دا سِرباران
دلبر هڪ درڪار مين نون
دلبر دليان ديان نڳيان ڪريندپان سو منظور
دلڙي ساڏي تي دم دم سڄڻان ديان ڳالهيان
دل نماڻي کسينداڻين وهه وهه يار پيارا
ڏيري ڏيري چل وي ديا
ڏکيا گذاري ڏينهن سوا سانگين جي
ڏاڍا ماڻ ڪريندائين يار پيارل جاني
ڍڪي جاني سوين جا مان ڪرين هَل هنگامان
راز محرم رس نه يار آءُ ته پر چون پاڻ ۾
رمز رنديءَ جو عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو
رانجهي والي راز ميڏا من موهيا
راه هدايت عشقي والي تئن بن سانون سمجهاوي ڪون
رمز سوي فهم اي دل از وهم خود ساز آ (فارسي)
زچشم ناقص نگران بهر حالت خدا حافظ (فارسي)
سرتاج صوفين سين جو تون آهين
سيني جو سردار صاحب سوهاڻي
سارنگ سير ڪرڻ لئہ آيو برهه اُني برسات
سامي چڏي سنسار رات رسي ٿيا رام سان
ساجن سير ڪرڻ لئہ آيو تي انسان
سرتيون هئي ڪا صلاح منهنجي ماروئڙن ۾

سامي سحر گهڙ ستيان ستيان
سانون باهہ اندروچ ٻلدي اي
ستگر سانون وه سمجهئي عشق عجائب تولي
سجن بن رين ڪيوين جاندي
ساقي بهار آمد رنگين لباس ڪن (فارسي
شاهہ بيدل تيرا بردا هوا هي اب تو بيچاره
شهنشاهہ قلندر توي هادي ميرا
شوخ چهرا گلبدن دا چشم خوني ماردا
شملا شراب رنگ تيرا ول ڪو ديوانيان
صدبار صدقي جاوان ڳڻ تيڏا ڳايان
ضيائي روئي زيبارا بهر حالت خدا حافظ (فارسي)
طرف اساڏي آوين ڍولا نال اساڏي ڪڄ ٻول
عشق اسان جو امام دين ڪفر سان چاهي
عشق وارو آزار واهہ واهہ بخش اسان کي
عشق جهڙو آزار ڪونہ ڏنو سي جڳ ۾ جيڏيون
عجب رمزان تو يار لائين، برهہ بچائين
عشق والا آزار بخشو سهڻا
عشق نيتا افعال جاني وس نہ جلدا ڪوئي
عشق والا اسباب عاشق ووڙن
قلدر ماڙ ڪر منهنجي سگهو تي راهہ ۾ رهبر
ڪر نہ جدائي يار گهوريو وڇوڙو ورتون
ڪڏهن پوندئي قياس سجنا محبت تي ماري
ڪونهي هوت ٻاجهو ڪو اجهو
ڪڏهن راضي تي ملندين راڻا
ڪڍ تہ پنهون جي پني شل وجي ڪيچ مران
ڪميني ڪيچن ڏي روحاني رڙهندي
ڪوئي نهين ڪو ساري جڳ وچ
ڪيهي پئي تقصير مئن ڪون جانب سائين
ڪيون جدائي ڪريندائين ير مارينداڻين مشتاق
ڪڏان نہ ڀهسين ڪول مٺڙا
ڪڏن مليسين يار پيارا رڙندي رين ڳئي
ڪرم ڪري من آوين آوين مئن نماڻي دي نجهري
ڪيهي رائي رانجهن سائين آريا وچ جهنگ سيال



ڪنيا ڪول آميري تو اتنا ماڻ ڪيا ڪرنا
ڪنهئي ڪون ڪوئي سمجهاوي ميري اس شام دل
لتي
ڪيتا هي تم بيتاب قسم الله
گروپس گرنار ۾ هي هي منهنجو حال هيٺو حال
گدايم بر درت بيدل عنايت سازبازعشق (فارسي)
گفت الانسان سري (فارسي)
من نعره اناالحق دم دم زندم بسوزي (فارسي)
محبن لاءِ مني قريبن ڪُني
منهنجو مرشد مڪمل آهه ڪامل
موج مستيءَ ۾ سدانيو سالڪن کي سڪ سبيل
معلوم اٿئي سڀ حال..... ماهي.
مسڪين ٿو مارين جاني ترس نه پيوئي تر جيترو
مون ۾ عيب اپار جاڻيون سڄڻ تو جاڻين
مجازي مام اوکي ٿي جسو جي پنهنجو گهورين
منهن نه ڏسان ها مول مان تنهنجو
ماريس وڇوڙو ورتون جي جا جيارا جلدي
مدد ڪر ميهار ترهوڪٽي آتار ۾
ماهي عرض نه ملندا
مئن نه چاتا مئن نه سُجاتا
مئن نون تسا ڏڙي تانگهه لڳڙي پيارا
مئن هون حقير فقيرتو صاحب تخت هزارا
ماهي مينون بخشا ڏکاند ڏاج
مئن پئي هان هڻ قيد ڪوئي ڇڙاني والا بهي هو
ماهي دلين واچور سٺو سڀ سنئيان
مليا محرم يار جهندي ڪيتي هيس مستاني
مئن نون مارنه مول مايا
ماهي مينون بخشا هي سولان داساز
مئن ته بيراڳڻ ٿيان
ميڏي تويدزاري درتساڏي سهٹا
مين ته تساڏڙي دامن لڳڙي
مون سان جاني جادو لايو تو دام زلف ۾ ڦاسايو تو
نيهن وارن جي نشاني جي هوندا سورهيه سچا



نت نهاريان راهہ اديون اباڻن جي
ننڊ نياڳيءَ وڏو نهوڙي هيءُ بہ هڪڙو بيان
نانءَ مولا جي ماهي آءُ وتاڻ وري تون
ناه ميارمنا ڪا اوهان تي
ناهہ ويچاريءَ جو وس ڪيچي مون کي ڪالهہ کڻي
ويا
نازنينان دي هوش گنوايا
نينان لڳيان بيوس پئيان
نينان نازدي نيزي مارينديں قتل جهاندي ڪار
نت نت پاوان فال ويڙهي اساڏي ڪڏان تون آوسين
نازحسن ديانِ فوجان چاڙهيون
نيزا نازدا ماريو چشم دي چال وڪاڪي
واهہ واهہ سجڻ تنهنجون اکيون
واهہ واهہ ياردِيان چيران چمڪن
وڃ ڏوربهودن لائي مٺن رو روپاند پسنديان
هوش گنوايم حاليان
هادي کي منهنجو حال معلوم آهي مڙبوئي
هيرا سدا تون هوندين جيءُ جا جيارا اجاني
هن هن ٻنهي کون وياسي پکي عشق جي پياسي
هڙا ٿيڙم حال سرتيون سانگين ريءَ
ليس مثلک يا اخي (عربي)
يا قلندرشاهہ سيوهڻ جا سدا
يا شاهہ بيدل برهہ جون ڀهيران
يا شاهہ بيدل ڪريو ڪا پلائي
يارسجڻ جو ڪم اهوئي ڪاتي نازنياز
يارسجڻ تنهنجون ڳالهيون وري جو ياد پيون
يا شاهہ بيدل بيڪس بہ مرتا اُسي شوخ خود رائي سي
بيچاره ڊرتا.

# اداري پاران

حضرت فقير قادر بخش بيدلؔ جو فرزند فقير محمد مُحسن "بيڪس" سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ خاص طور تي وحدت الوجودي فڪر جي اهم شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. فقير بيڪس سائين هن فاني جهان ۾ مختصر عُمر ماڻي ۽ صرف 23 سالن جي ڄوهه وهيءَ ۾ چولو مٽايو، پر انهيءَ ٿورڙي عُمر ۾ به سندس چيل ڪلام فڪر، فهم، فن ۽ ٻين شاعراڻين خوبين ۾ نهايت ئي سهڻو ۽ معياري آهي. فقير بيڪس سائينءَ جي ڪلام کي به پهريون ڀيرو روهڙيءَ واسي گدومل هرجاڻي ڇپرائي پڌرو ڪيو هُيو جيڪو هن وقت اسان جي اکين کان پوشيده ۽ ناياب آهي. اڳتي هلي "ديوان بيڪس" جي مؤلف مرحوم عبدالحسين شاهه موسوي پڻ بيڪس سائينءَ جي سوانح عمري ۽ ڪلام کي مُرتب ڪيو جيڪو ديوان بيڪس جي نالي سان سنڌي ادبي بورڊ پاران 1965ع ۾ شايع ڪيو ويو. ان ڪتاب ۾ موسوي صاحب پنهنجي خوبصورت طرزِ تحرير ۾ بيڪس سائينءَ جي سوانح عمري ۽ ڪلام تي مفصل روشني وڌي آهي. "ديوان بيدل" جو ته ٽيون ڇاپو به 1991ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران پڌرو ڪيو ويو، پر افسوس جو "ديوان بيڪس" جو ٻيون ڇاپو به هيل تائين اچي نه سگهيو ۽ انهيءَ ڳالهه جو احساس علمي ۽ ادبي حلقن ۾ شدت سان محسوس پئي ڪيو ويو. ان دوران، اسان جي خوشيءَ جي انتها نه رهي جڏهن سنڌ جي هڪ علمي ۽ ادبي گهراڻي جي چشم و چراغ فقير احمد بخش عرف منل مسرور بيدل سائينءَ جي درگاهه تي گفتگوءَ دوران، بيڪس سائينءَ جي سموري ڪلام ۽ سوانح عمريءَ کي نئين سر مرتب ڪرڻ جو راضپو ڏيکاريو. راقم الحروف جي بيحد اسرار تي فقير منل مسرور نهايت ئي مختصر ڏينهن ۾ بيڪس سائين جي سموري ڪلام ۽ سوانح

عمري تي ڪتاب تيار ڪري ڏنو جيڪو هينئر اوهان جي هٿن ۾ آهي.

فقير منٺل مسرور سنڌ جي نامياري عالم ۽ اديب فقير غلام علي مسرور جو فرزند آهي. فقير غلام علي مسرور، حضرت بيدل سائينءَ جو تمام وڏو معتقد ۽ پانڌيئڙو هيو، جنهن جي چيچ وٺي فقير منٺل مسرور بہ درگاهہ بيدل بيڪس تي ايندو رهيو ۽ تا حال ايندو رهندو آهي. پاڻ سنڌ جو سلوڻو شاعر، اديب، تصوف جو ڄاڻو، راڳ جو ماهر ۽ خود سُريلو راڳي پڻ آهي. سندس راڳ ڳائڻ جو رندي انداز ڪافي اثر ڪندڙ ۽ تاثير پربو آهي. جڏهن تہ علمي ۽ فقيري ڪچهرين ۾ پاڻ وڏي فڪر ۽ فهم وارو فقير ۽ اسان جي ڌيان جو مرڪز هوندو آهي.

فقير منٺل مسرور جي مُرتب ڪيل بيڪس سائينءَ جي ڪتاب ۾ ڪافي اهڙو مواد بہ شامل آهي جيڪو ان کان اڳ اڻچپيل ۽ پوشيده هيو، ٻي پاسي منٺل مسرور، بيڪس سائينءَ جي سوانح عُمري جا نوان پهلو پڻ ظاهر ڪيا آهن.

بيدل يادگار ڪاميٽيءَ پاران، فقير منٺل مسرور جي هن سهڻي ڪاوش کي ساراهيندي اسين سندس ٿورا مڃيون ٿا، جڏهن تہ ڪتاب کي خوبصورت شايع ڪرڻ تي سکر جي ضلع ناظم سيد ناصر حسين شاهہ صاحب ۽ ڊي سي او محترم شفيق احمد ڪوسو جو پڻ شڪريو ادا ڪجي ٿو.

اختر درگاهي
سيڪريٽري
بيدل يادگار ڪاميٽي

روهڙي
16 آڪٽوبر 2006ع



# ابتدائي اکر

سڀ تعريفون اُن ذات کي سونهن ٿيون، جنهن ظاهري صفات ذريعي پنهنجي حقيقي ذات جو عرفان بخشيو آهي.

ظاهري صفات جي سڃاڻپ وري ظاهري شين جي ساخت ۽ رنگ روپ ذريعي حاصل ٿئي ٿي، جڏهن تہ ظاهري شين جي ساخت ۽ رنگ روپ کان علاوه سندن ڪارڪردگي پڻ آهي.

غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ ظاهري شيءِ جنهن کي خاص طور تي مادو بہ چيو وڃي ٿو، اها اصل ۾ جامد ۽ غير متحرڪ شيءِ آهي، بلڪ انهن جامد ۽ غيرمتحرڪ شين جي عام خاص طور تي ڪارڪردگي ۽ افاديت پڻ رهي آهي، جڏهن انهن جي افاديت ۽ ڪارڪردگيءَ تي غور ڪجي ٿو تہ هڪ اڻڏٺي قوت جو تصور ابري اچي ٿو، جنهن جي وسيلي انهن جو عمل ڪارفرما رهي ٿو ۽ ساڳئي وقت ڪجهہ مثبت ۽ ڪي قدر غيرمثبت نتيجا بہ نڪرندا رهن ٿا، اهو سڄو عمل اِن مادي جي باطني قوت ذريعي روان دوان رهي ٿو. اِن ذڪر ڪيل قوت کي مادي جو روح بہ چئجي ٿو، نيڪ روشن هجي تہ انساني مادي جسم بہ اهڙي ئي باطني قوت يعني روح جي وسيلي تحرڪ ۾ اچي ٿو.

مادي ۽ روح جو ابتدا کان وني پاڻ ۾ ڳانڍاپو ۽ گهرو سبنڌ رهيو آهي. مثال جڏهن چوندڙ ڪجهہ چوي ٿو تہ ٻڌندڙ اُن کي ٻڌي وني ٿو، پر هڪ ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ ٻڌندڙ کان سواءِ چوندڙ جو سڀ ڪجهہ چوڻ ڪجهہ بہ نہ آهي. وري جڏهن ڪا شيءِ چمڪي ٿي تہ آس پاس جي موجوده شين ۽ مادن کي روشني بخشي روشن ڪري ٿي. اها چمڪ خود مادي مان نڪري ٻين مادن کي روشني بخشي روشن ڪري ٿي.

مثال طور: ٻن سخت پٿرن کي ڪٽي زور سان هڪ ٻئي تي

تڪرائبو تہ اِن مان چٽنگون نڪرنديون جيڪي روشنيءَ ۾ باھ جو ڏيک پڻ ڏين ٿيون.

ان کان سواءِ سج جيڪو بذات خود هڪ ٻرندڙ مادو آهي، جنهن جي وري روشني اندر گرمي سمايل آهي. حالانڪ اها ڏسي نٿي سگهجي، بلڪ مڪمل طور محسوس ڪري سگهجي ٿي. نيڪ روشن هجي تہ سج جي روشني ۾ منجهس جيڪا گرمي آهي، سا احساسن کي تيز ڪري ٿي ۽ ساڳئي وقت اها گرمي نوس مادن جي ساخت ۾ بہ اضافو آڻي ٿي. اِن ڏس ۾بي جان مادا. (جيڪي حقيقت ۾ بي جان نہ آهن) جاندار حيوانات ۽ نباتات متعلق ڪافي تجربا ڪيا ويا آهن.

تجربو: بي جان پٿر کي گرمي ڏيڻ سان سندس ڊيگھہ ويڪر ۽ تولھہ ۾ اضافو ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح زرعي اناج زمين ۾ پوکڻ وقت پاڻي ۽هوا جي موجودگيءَ باوجود ايترو جلد ڦنڊڻ ۽ ڦٽڻ ۾ تيزي نہ ڏيکارندو، جيتري تيزي سج جي روشني ۽ گرميءَ پهچڻ سبب رونما ٿيندي.

هڪ وڏيڪ ثابتي اها تہ اهڙي تہ ڪا باطني قوت اِن پٿر ۽ اناج جي ڪٽي ۾ پوشيده آهي. جنهن جا احساس روشني ۽ گرمي پهچڻ سان تيز ٿي وڌڻ شروع ڪن ٿا. بهرحال مٿي پيش ڪيل ثابتين ذريعي يقين ٿيو تہ مادن ۾ بہ هڪ قوت پوشيده آهي. ان ڏس ۾رب پاڪ خود فرمائي ٿو تہ:

”وَاِن مَن شيءٍ الا عندنا خزائنه“

ترجمو: (ڪابہ اهڙي شيءِ نہ آهي، جيڪا اسان جي خزاني کان وانجهي هجي.) ياد رکڻ گهرجي تہ هر ڪنهن شيءِ اندر خدائي خزانو يعني باطني قوت موجود آهي. جنهن کي اسين فقط محسوس ڪري سگهون ٿا. جيتري قدر اِن جي ڏسڻ جو سوال آهي تہ اِها باطني بصارت کان سواءِ ڏسڻ ممڪن نہ آهي.

مادي جي زندگي روح آهي ۽ روح جي صداقت وري مادو آهي. مادو ظاهر آهي ۽ روح باطن آهي.

”وهو ظاهر و وهو باطن“

ترجمو: اُهوئي ظاهر آهي ۽ اُهوئي باطن آهي.

اهڙيءَ طرح حقيقي ذات ۾ جامع صفات بہ آهي، جن کي جدا ۾ الڳ چوڻ اڻ ڄاڻائي آهي. اِهو ان ڪري بہ جو حقيقي ذات پاڻ کان الڳ ڪابہ شيءِ پيدا نہ ڪئي آهي، نہ هن کي ڪنهن ڄڻيو آهي ۽ نہ هُن مان ڪو ڄائو آهي. هو اول بہ خود هو ۽ آخر بہ خود آهي.

"وهو الاول وهو الاخر"

ترجمو: هو اول ۽ آخر پاڻ ئي آهي.

وحدت الوجود جي شارحن، اِن متعلق ڪافي واضح صداقتون ۽ ثابتيون پيش ڪيون آهن. جن مان شيخ اڪبر رح (569هہ_638هہ) المعروف محي الدين ابن_ عربي جو خاص طور نالو اچي ٿو. بلڪ هن کان اڳ حضرت سري سقطي رح (متوفي 353هہ) حضرت حسين بن منصور حلاج (244هہ_309هہ). اهڙيءَ طرح حضرت ذوالنون مصري (متوفي 245هہ) ۽ حضرت بايزيد بسطامي رح (متوفي 261هہ) جا اسم گرامي وڏيڪ اهميت جا حامل آهي.

ياد رهي تہ حضرت بايزيد بسطامي رح جو استاد ۽ مرشد، سنڌ جو هڪ سالڪ مست صوفي هو، جنهن جو اسمِ گرامي ابوعلي سنڌي هو.

ڪتاب نفحات الانس جي مصنف ميان جامي عليہ رحمت پنهنجي ڪتاب ۾ سندس شاگرد جو هڪ فقرو بہ پيش ڪيو آهي، جيڪو اجهو هن طرح آهي: "مون فنا في التوحيد جو عمل ابُو علي سنڌي کان سکيو."

ان مطابق تصوف جو ابتدائي سهرو سونهاري سنڌ جي حصي ۾ اچي ٿو. جنهن جو پس منظر هن طرح آهي.

ڇيو وڃي ٿو تہ سرڪار مدينہ ﷺ سنڌ ملڪ کي گهڻو ڀائيندا هئا ساڳئي وقت سنڌ جي ماڻهن بہ ساڻس بيحد محبت ۽ الفت پئي ڪئي. سندن ظاهري زندگي سڳوريءَ ۾ سنڌي ماڻهو قافلن جي صورت ۾ اُتي پهچي محبوبِ انور ﷺ جي زيارت کان مشرف ۽ سرشار پڻ ٿيندا ٿي رهيا. اِن ميل ميلاپ ذريعي ﷺ جي عطا ڪيل قرآن پاڪ جو، سنڌ جي ماڻهن پنهنجي ٻوليءَ ۾ ترجمو پڻ ڪيو. جنهن کي اسان جي مسلم ملڪن ۾ قرآن پاڪ جو اولين ترجمو

ڪري مچيو وجي ٿو.

هن مان ثابت آهي تہ سرڪارِ مدينہ ﷺ جي عشق ۾ سنڌ جي ماڻهن، ٻين قومن کان ڪافي وڌيڪ ڪارناما سرانجام ڏنا.

سرڪار نورِ مجسم ﷺ جي خلوص ڀرئي ميل ميلاپ سبب سنڌ جا ماڻهو بہ اخلاص احمدي ﷺ جا آئينہ دارتي پيا.

ياد رهي تہ، سرڪار مدينہ ﷺ حديث قدسيءَ ذريعي وحدت الوجو دجو انڪشاف بہ ڪندا رهندا هئا، جنهن جا مثال ڪجھ هن طرح آهن:

”من راني فقد رائي الحق. (جنهن مون کي ڏٺو تنهن خدا کي ڏٺو.)

من عرف نفسه بالفناءِ فقد عرف ربه بالبقاءِ- جنهن پنهنجي نفس کي فنا جي ۾ ڄاتو، تنهن پنهنجي رب کي بقا جي صورت ۾سڃاتو. وغيره وغيره.

مٿي ذڪر ڪيل جولانين جو سنڌي ماڻهن تي سڌو سنئون اثر هو.

بهرحال هتي جنهن سالڪ مست جو ذڪر پيش ڪيو ويندو، اِن شخصيت جو نام نامي حضرت محمد محسن قريشي المعروف حضرت بيڪس عليہ رحمت آهي. جنهن پڻ عشق تصوف ۽ وحدانيت متعلق پنهنجي شاعريءَ ذريعي هدايت بخشي آهي، سندس جو ظاهري عمر وارو حصو فقط ٽيويھ سال رهيو.

هن کان اڳ حضرت بيڪس سائين جي ڪلام ۽ سوانح عُمريءَ تي مشتمل ڪتاب سال 1965ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ڪيو ويو آهي، جنهن جو مولف مرحوم عبدالحسين شاه موسوي آهي ۽ مٿس نالو ”ديوان بيڪس“ رکيو ويو آهي، حالانڪ ”ديوان“ ان شعري مجموعي کي چيو ويندو آهي جيڪو شاعريءَ ۾ الف- ب وارتيھن ئي حرفن تي قافيہ ۽ رديف جي مڪمل گهڙت ۾ تيار ڪيل هجي، پر شايع ٿيل ”ديوان بيڪس“ ۾ اهڙي ترتيب موجود ناهي. ان ڳالھ کي مدنظر رکي حضرت بيڪس جي ڪلام کي هن ڪتاب ۾ ڪوشش ڪري صحتمند طريقي سان شايع ڪيو پيو وجي. ان ڏس ۾ راقم الحروف، ماخذ طور فقير غلام علي

مسرور جي گڏ ڪيل قلمي نسخي کي سامهون رکيو آهي. اهڙيءَ طرح پيش ڪيل سوانح حيات ۾ روايت بہ اهل فقر حضرات کان حاصل ڪيون ويون آهن، جن ۾ فقير گورڌنداس روهڙيءَ وارو، ميان حيدر بخش قريشي ساڪن درگاه بيدل بيڪس خاص طور تي شامل آهن. ان کان سواءِ پنهنجي والد بزرگوار فقير غلام علي مسرور جون ٻڌايل روايتون پڻ شامل ڪيون اٿم. جيڪي هن کي پنهنجي والد ميان رحيم بخش ۽ جدامجد فقير محمد بچل کان حاصل ٿيون هيون. تنهن کان سواءِ ان دور جي سڄاڻ صوفي بزرگن غمدل فقير، علي انور شاه فقير ۽ ديگر حضرات کان موصول ڪيل آهن. اميد ٿي ڪجي تہ هيءَ پيشڪش قارئين ڪرام کي بيحد پسند ايندي.

— مٺل مسرور

# سوانح عمري

حضرت محمد محسن قريشي المعروف سرڪار بيڪس عليہ رحمت سن 1275 هجري مطابق 1859ع ۾ تولد ٿيو. سندس والد بزرگوار جو اسم گرامي حضرت قادر بخش قريشي المعروف حضرت بيدل رح هو. سندس تعلق ملتان شريف جي قريشي خاندان سان هو. حضرت قادر بخش بيدل رح جون ٻہ شاديون هيون. هڪ شادي پنهنجي ئي مائٽن مان ۽ ٻي شڪارپور جي مغل خاندان مان ڪئي هئائين. سرڪار محمد محسن، حضرت بيدل عليہ رحمت کي شڪارپور واري گهر مان تولد ٿيو هو. حضرت بيدل رح سندس جنم جي تاريخ هڪ قطع ۾ هن طرح لکي آهي:

بيست هشتم جمادي الثاني زاد، محسن و مولودش مبارڪ باد
پنج هفتاده يڪ هزار دوصد۔ بدر هجرت رسول شاه۔ ارشاد
خود تعاليٰ بحق حَسنينش۔ از خوادت زمان مصون دارد
28 جمادي الثاني 1275هجري

حضرت محمد محسن بيڪس رح جو طفليءَ کان ئي حسين شين ۽ خوبصورت چهرن ڏسڻ سان ڏاڍو شوق هو. جڏهن بہ ڪا سهڻي شيءِ ڏسندو هو تہ لڳاتار ان کي گهوري گهوري ڏسندو هو. اهڙيءَ طرح ڏسندي ڏسندي ان شيءِ جي عبرت ۾ محو ٿي ويندو هو. ساڳئي وقت پاڻ بہ عظيم ترين حسن جو شهڪار هو. سندس رنگت دلڪش سفيد ۽ تجليدار هوندي هئي.

نوخيزيءَ واري زماني ۾ ئي سندس محبن احبابن ۽ دوستن جو تمام وسيع حلقو هو. جن مان هيرالال، ديارام، موهن لال ۽ ڪنعيالال جا نالا اهم آهن.

پاڻ هيرالال متعلق هن طرح فرمايو اٿس:

هيرا تون سدا هوندين، جيءَ جاجيارا جاني،
هڪ دم نہ ٿي تون ڏار، اي ماه بدر ثاني.
اهڙيءَ طرح ديارام متعلق فرمائي ٿو تہ:
ڏيري ڏيري چل ري ديا ڏيري ڏيري چل،
مئن مر ويسان نہ تہ پرچ پيارل، پاءِ ڳراتي ڳل.
اهڙيءَ طرح موهن لال جي پيار ۾ بہ ڪلام چيو اٿس:
موهن ماهي تون هئين منڙا، تو جيها مئن ڪوئي نہ ڏٺڙا،
ڪيهي گناهون تون مئن ڪنون رنڙا،
ڪيهي سبب چت چاوين چاوين.
انهن مڙني محبن مان تمام شدت محبت ۽ پيار جو پيوند جيترو ڪنيعالال سان پيل هوس تنهن جو ڪاٿو ڪرڻ تمام مشڪل آهي. پاڻ وقت بوقت پنهنجي ڪلام ۽ شاعريءَ ۾ سندس نالو ڪثرت ۽ وڏي پيار سان استعمال ڪيو اٿس.
مثلن:
ڪنعيا ڪول آ ميري تون اتنا ماڻ ڪيون ڪرٽا
اي سانورا سڻ سخن ميرا خدا ڪولون يي ڪجھہ ڏرٽا

ڪنعيي ڪوِن ڪوئي سمجھاوي، ميري اُس شام دل لُٽي
ميندي لاوان سهرا ڳاوان، محبت ڪيتي جو مئن مُني.
ابتدا ۾ئي هي بره جو پنورو حسن جي گلزار ۾ ڦيريدار ٿيو پيو پيرا ڪندو رهندو هو. ساڳئي وقت ڪيترائي گلرخ گلبدن سندس جي ديدار جا بہ ديوانا ۽ مشتاق هوندا هئا. اُها اڪ اِڪ نہ هئي جيڪا سائين بيڪس رح جي ديدار جي شائق نہ هجي، اهڙيءَ طرح ڪا دل دل نہ هئي، جيڪا سندس جي تنوارڪان وانجھي هجي. بلڪ هن من موهڻي مُحسن جو من مڪمل طور ڪنعيي ۾ قيد هو.
ميان عبدالله رح جيڪو حضرت بيدل رح جو سوٽ هو. ظاهريءَ ۾ حضرت بيڪس جو چاچو بہ هو، سو حضرت بيڪس رح جون البيلايون ڏسي پنهنجي پر ۾ ڪي قدر مايوس بہ ٿي ويندو هو هِن ڪي اِهو وهم بہ هو تہ ڪٿي بيڪس رح بيراهہ نہ ٿي وڃي، سو دل ۾ ان متعلق سوچيندو رهندو هو. آخر هڪ ڏينهن سرڪار

بيڪس رح کي چيائين ته، ڪجھ پڙهڻ جي طرف به توجه ڪيو،
فقط لاأبالي نينگرن پنيان وقت وڃائڻ مان ڇا ورندو؟ پر سرڪار
بيڪس رح ٻڌو اڻٻڌو ڪري هليو ويو. جيڪا ڳالھ ميان عبدالله
رح کي نه وڻي، سو قصد ڪري حضرت بيدل رح وٽ جبل جي اندر
وڃي پهتو، جتي سرڪار بيدل رح هڪ غفا اندر رهندو هو. ذڪر
ڪيل غفا اڃان تائين موجود آهي، جيڪا درگاه جي ذڪرڻ طرف
زبون حالت ۾ آهي. ياد رهي ته ذڪر ڪيل دور ۾ روهڙي شريف جي
ان طرف وڏا وڏا جبل ۽ ٽڪر هئا. جن جا هن وقت ڪٿي ڪٿي
نشان به آهن، ته ڪي قدر ٽڪر اڃان تائين موجود آهن. المختصر:

ذڪر ڪيل غفا اندر، ميان عبدالله رح جڏهن سرڪار بيدل
عليه رحمت جي ويجهو پهتو ته سائينءَ کيس فرمايو ته: "تون ڳڻتي
نه ڪر، سياڻي ونءِ اڇجانس، مون کي پاڻ ان جي پڙهائڻ جو حڪم
ٿيو آهي. اِهو ٻڌي ميان عبدالله واپس ٿيو.

جڏهن رات ٿي ته سرڪار بيڪس رح سلطاني سير ڪري گهر
واپس ورتو ۽ معمول مطابق پنهنجي والد واري ننڍن پاون جي نهيل
کٽ تي وڃي ليٽيو. ياد رهي ته، اها کٽ اڃا سوڏو درگاه تي ميان
غلام نجف قريشيءَ وٽ رکيل آهي.

بهرحال فجر جي آزان ٿي، ميان عبدالله رح ننڊ مان جاڳي نماز
پڙهڻ لاءِ اٿي ٿي ويو ته، سرڪار بيڪس رح سڏ ڪندي کيس چيو
ته: "چاچا! سائين وارو امر وسري ويو ڇا؟" تنهن تي ميان عبدالله رح
منهن ورائي چيو: "نه نه بلڪل نه، مون کي ته ياد آهي. سرڪار بيدل
رح چيو هوم ته، بيڪس رح کي ونءِ ايندا، اسان کي سندس پڙهائڻ
جو حڪم ٿيو آهي. تنهن تي سرڪار بيڪس رح چيو ته، استاد
انتظار ۾ هجي ۽ شاگرد سمهي ننڊون ڪري، اهو مناسب نه آهي،
مان خود اوهان جي اوسيڙي ۾ جاڳي رهيو هوس. سو هاڻي هلو ته
هلي سائينءَ کان سبق وٺون؟

ميان عبدالله رح جو خيال هو ته،نماز ادا ڪري بعد ۾ هلجي،
بلڪ سرڪار بيڪس رح جي سخت زور ڀرڻ سبب، سج ڪم
پوئٽي چڙي، مرشد بيدل سرڪار جي طرف جبلن ڏانهن راهي ٿيا.
جڏهن ويجهو رسيا ته ڪين ڳائڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. اچي ڇا ڏسن!

سرڪار بيدل وڏي وجداني ڪيفيت ۾ آهي ۽ سندس دهن مبارڪ مان ڪلام جاري آهي. اهو حال ڏسي ٻئي ڄڻا سرڪار بيدل رح جي اڳيان چُپ ڪري ويهي رهيا.

هيءَ روايت ڪشني مل کان سندس ڏوهٽي ٻڌي هئي، جيڪا درويش گورڏناداس کان راقم الحروف ٻڌي هئي، جنهن اِهو پڻ ٻڌايو تہ سرڪار بيدل رح جي ذڪر ڪيل ڪلام جا لفظ هن طرح هئا:

نامِيان نسهرو نينهن جو نعرو هٽج نروار ميان
عرش ۾ آواز تنهنجو هت ٿئين اظهار ميان.
غافل نہ آهين غير تون، ٿي برهہ سان بيدار ميان
ڏس شان شاهي پانهنجو، ڇڏ عبديت اوٽار ميان.
توکي وهم ويڙهو ادا، هئہ جي هجين هوشيار ميان
ساري لهين سڌ پانهنجي، آهين يگانو يار ميان
سلطان سپني ۾ ڏسي جيئن پاڻ کي پينار ميان.
جاڳي تہ ساڳيو بادشاهہ، الحق حڪومتدار ميان
ساروئي تنهنجو سود ٿئي، ڏئي سر لَهين اسرار ميان.
تو ۾ آ ديرو دوست جو، چو وڃين وٽڪار ميان
سڻ ”من عرف“ هاديءَ اُتيو، شهہ حيدر، ڪرار ميان.
بيدل بدي نيڪي ڇڏي، وڃي عشق ڪج اختيار ميان
دنيا ۽ عقبيٰ ڪر ڦٽي، سرڪڻ بره جو بار ميان.

جيئن ئي سرڪار بيدل رح ڪلام پورو ڪيو تہ ميان عبدالله رح چيو تہ سائين! محسن رح کي پڙهڻ لاءِ اوهان وٽ وٺي آيو آهيان. جيستائين سرڪار بيدل رح ڪجهہ چوڻ ٿي چون، اُن کان اڳ سرڪار بيڪس رح چيو تہ چاچا جيڪو سبق لوح محفوظ ۾ مون لاءِ لکيل هو، سو تہ اِجهو مون کي ملي ويو. ائين چوڻ شرط سرڪار بيڪس رح جي طبع تي وجد طاري ٿي ويو ۽ اُن حال ۾ هي ڪلام ڳائڻ شروع ڪيائين:

پيا بسنتي ڪر ويس آيا، آيا آپ عجب رنگ لايا
جامہ زردبسنتي ڪيتس، رخ گلابي پايا
دست پيالا محبت والا، سانون يار پلايا
نين سپاهي خوني خماري، پئہ پئہ تير چلايا

مزگان ناوڪ ابرو ڪمانان، مٺن سينا سپر بنايا
بيڪس ويکو روپ بسنتي، بيدل سرب سمايا.

سرڪار بيڪس رح جي ان ڪلام چوڻ وقت سرڪار بيدل رح مُرڪي رهيو هو. سندس لبن تي شفق جهڙي دلڪش ۽ من موهڻي مُرڪ جي تجلي سڄي غفا ۾ هر طرح نوراني روشني پکيڙي رهي هئي. ان کان پوءِ ٿوري دير ۾ ميان عبدالله رح گهر واپس وريو ۽ سرڪار بيڪس رح اِتي ترسي پيو. ذڪر ڪيل ڪلام چوڻ وقت حضرت بيڪس رح جي عمر وڏ ۾ وڌ اَٺ يا نَو سال مس هئي.

سرڪي دعوئ چوڙڪر يڪبار ميري پاس آ
اِڪ نظر سي ڪردو واصل يه ميرا اقرار هَي.

(حضرت سچل سرمست رح)

ڪامل اڪمل مرشد سرڪار بيدل عليه رحمت جي نگاهه ڪرم حضرت بيڪس رح کي رچائي ريٽو ڪري وڌو. هاڻي هي عاشق زار وحدت جي بيپايان ساگر ۾ سير ڪندو رهيو. معمول مُطابق محبوب ڪنعيي جون نازبرداريون چشمن چائي، عشق جي الهوت ۾ خوب محوءِ مستغرق رهڻ لڳو.

هڪ ڀيري جو ذڪر آهي ته، واٽ ويندي ڪيس ڪنعيو منهن پئجي ويو، حضرت بيڪس رح ڪيس ترسڻ لاءِ چيو، پر ڪنعيو ڪو بهانو ڪري هليو ويو ۽ حضرت بيڪس رح اُتي ئي ساڳي جڳهه تي ويٺو رهيو. چون ٿا ته روهڙيءَ جي ماڻهن، سرڪار بيڪس رح کي پورا پنج ڏينهن پئي ڏٺو ته سرڪار بيڪس اُتي ئي ويٺل هو. جڏهن هڪڙي واٽ ويندڙ ويهي ڪانئس پڇيو ته، ”ابا مون کي پورا پنج ڏينهن ٿيا آهن، جو تون اِتي ئي ويٺو آهين، تون ڀلا اِتي ايترو سارو وقت ڪهڙي ڪم سبب ويٺو آهين؟“ تنهن تي سرڪار بيڪس رح وراڻيو ته، ”ڪنعيو ويو آهي، سو اِجهو آيو.“ تنهن تي اهو شخص ڀڄائيندو وڃي ڪنعيي وٽ پهتو ۽ ڪيس گهران سڏ ڪري چيائين ته: ”سرڪار بيڪس رح کي بهانو ٻڌائي تون وري هليو آيو آهين؟“ سائين ان ئي جڳهه تي تنهنجي انتظار ۾ ويٺي ويٺي پنج ڏينهن گذاري ڇڏيا آهن.“ ائين چئي ڪيس زوري زبردستي حضرت بيڪس رح وٽ وٺي آيو. سرڪار بيڪس رح ڪنعيي کي ڏسي چو

تہ: ”محبوب سائين! اچي ويٺو.“ پر ڪنيعي سائينءَ سان جواب ۾ ڪجھہ بہ نہ ڳالهايو، فقط ايترو چيائين تہ، ”هائو!“ ۽ منهن ڦيري وري پنهنجي گھر ڏانهن راهي ٿيو. حضرت بيڪس رح بہ سندس پنيان هلندو رهيو، پر محبوب بيپرواوه هڪ لحظو بہ پوئتي مڙي ڪيس نہ ڏٺو. پر جڏهن پنهنجي گھر ۾ اندر وڃڻ لڳو تہ، اچانڪ پوئتي ڏسڻ سان سندس نظر سرڪار بيڪس رح تي پئي. ڏٺائين تہ، هي مجنونءَ وانگر منهنجي ڪڍ پنيان لڳو ٿو وتي. سو گھر ۾ گھڙندي ئي گھر ياتين ڪي دانهن ڏنائين تہ، بيڪس رح جتي ڪٿي منهنجي پنيان لڳو ٿو وتي، مون ڪي تہ بس ڏاڍو تنگ ڪيو اٿس. تنهن تي ڪنيعي جي مائٽن وقت جي مختيارڪار ڪي وڃي دانهن ڏني. مختيارڪار ڪي اڳ ۾ بہ سرڪار بيڪس رح متعلق ٿوريون گھڻيون شڪايتون مليل هيون، سو حضرت بيڪس رح ڪي گھُرائي مٿس تپي باهہ ٿي ويو. جتي سرڪار بيدل رح جا پريمي پهچي ويا. جنهن سبب مختيارڪار ڪجھہ قدر مڙي ويو، پر جڏهن نوڪريءَ تان واپس گھر پھتو تہ سندس پُٽ گم ٿي چڪو هو، چوڻ ۾ اچي ٿو تہ، درياءَ جي پر تي ڪيڏندي ڪيڏندي درياءَ ۾ ڪِري ٻُڏي ويو هو. اِن سبب مختيارڪار تمام گھڻو پريشان ٿي ويو، تنهن ڪري هڪدم ملاح ۽ مهاڻا گھرائي درياءَ تي پُٽ جي تلاش لاءِ موڪليا، پر مختيارڪار جي پُٽ جو ڪوبہ پتو پئجي نہ سگھيو. جنهن ڪري مختيارڪار جو ڪائڻ پيئڻ ۽ ننڊ آرام حرام ٿي ويو. اِها حالت ڏسي، مختيارڪار جي ويجھن مائٽن ڪيس چيو تہ: فقير بيڪس رح ڪي رنجايو اٿئي، جيستائين اُهو راضي نہ ٿيندو، تيستائين تنهنجو پٽ نہ لڀندو. اهو ٻڌي مختيارڪار پنهنجي رَوش تي ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ مائٽن ڪي چوڻ لڳو تہ، مون هن ڪي تازو تازو دڙڪا ڏنا آهن، سو وري مون سان راضي ڪيئن ٿيندو؟ تنهن تي سندس مائٽن چيو تہ، ڪنيعي ڪي وٺي وڃو. فقير صاحب جو اُن سان ڏاڍو پيار آهي. تنهن ڪري سندس چوڻ نہ موٽائيندو. اهڙيءَ طرح مختيارڪار مجبور ٿي ڪنيعي جي در تي ويو ۽ ڪيس سرڪار بيڪس رح ڏانهن هلڻ لاءِ چيو. پر ڪنيعو مڃي ڇا، چوي تہ، هن ڏانهن مان هرگز نہ هَلان، پر مختيارڪار جي روئڻ رڙڻ سبب مجبور

تي ڪنيعو سرڪار بيڪس رح وٽ آيو ۽ اچڻ شرط سرڪار بيڪس رح کي چيو تہ، مختيارڪار جو چوڪر درياءَ ۾ ٻڏي ويو آهي، سو واپس موٽي ملي؟

المختصر مختيارڪار جو چوڪر درياءَ جي ڪناري تان بيهوشيءَ جي حالت ۾ لڀي پيو. جنهن کي بعدم هوش بہ اچي ويو. اهڙيءَ طرح سرڪار بيڪس رح متعلق ڪافي حڪايتون ملن ٿيون، جن مان ڪجهہ تہ ڪتابن ۾ اچي بہ چڪيون آهن، بلڪ هيءُ هڪ اهم واقعو آهي، جنهن جو لکڻ ضروري ٿو سمجهان.

روهڙيءَ شريف ۾ سرڪار بيڪس رح جي ڪمالات جي ڪافي مشهوري ٿي چُڪي هئي. اُتان جا ماڻهو سرڪار بيڪس رح وٽان پنهنجون مرادون حاصل ڪندا رهندا هئا. سرڪار بيڪس رح گهڻو ڪري اهڙين ڳالهين کان لنوائيندو هو. پر جيڪڏهن ڪنيعو اچي ڪڙڪندو هو تہ مجبور منهن مهٽ ڏيڻو پوندو هوس.

هڪ ڏينهن ڪنهن هندو عورت جو پُٽ مري ويو، جيڪا روئندي روئيندي اچي ڪنيعي وٽ پهتي ۽ زار زار روئي چوڻ لڳي تہ: ”هڪ سال اڳ ۾ منهنجو خاوند مري ويو... هاڻي وري منهنجو پٽ مري ويو، جيڪو منهنجو آخري سهارو آهي مان تو وٽ مالڪ جو نالو وٺي آئي آهيان، بس هل هلي بيڪس سائينءَ کي چئو تہ، منهنجو پٽ مون کي جيئرو ڪري ڏي؟“

ڪنيعي کي اِن مائيءَ جي روئڻ رڙڻ تي ڪهل اچي وئي. سو ڳوليندي ڳوليندي اچي سرڪار بيڪس رح کي لڌو ۽ بنا دير چوڻ لڳو تہ: ”مائي جو مئل پٽ جيئرو ڪري ڏي؟“ سرڪار بيڪس رح هڪدم وراڻيو تہ، ”مائيءَ جو پٽ جيئرو ٿيو تہ مان هن جهان ۾ نہ رهندس.“ پر محبوب لاغرض اِهو ڪٿي پئي ڄاتو تہ مائي جي پٽ جيئري ٿيڻ بعد فقير بيڪس رح لاڏاڻو ڪري ويندو. المختصر سرڪار بيڪس رح ڪنيعي کي چيو تہ: ”وڃ مائيءَ جو پٽ جيئرو ٿيو اُٿئي.“ اهو ٻڌي ڪنيعو تڪڙو تڪڙو ان عورت جي گهر پهتو. جتي ٻار زنده ٿي چڪو هو. هيڏانهن وري حضرت بيڪس رح جي حالت تبديل ٿي وئي ۽ سندس ذَهن مبارڪ مان هي ڪلام نڪري رهيو هو:

جناز الي چلو يارو، سجن جي ڪوچي مين ميرا
جيوندي مرندي ڳلي اس مين ميرا هي رين دن ڦيرا.

اِن ڪلام هلڻ دوران هڪ درويش ڊوڙندو ڊوڙندو اچي سرڪار بيدل رح وٽ پهتو ۽ عرض ڪيائين تہ: ”سرڪار بيڪس کان هڪ هندو ڇوڪر کي زنده ڪرڻ وارو عمل ٿيو آهي، پر پاڻ هي ڪلام چوندي چوندي استغراق ۾ اچي ويو آهي.“ جڏهن سرڪار بيدل رح اهو معاملو ٻڌو تہ، جذب جي حالت ۾ اچي ويو ۽ حالتِ اضطراب سبب تڪڙو تڪڙو سرڪار بيڪس رح جي طرف ايندي هي ڪلام چوندو وڌندو ٿئي آيو:

بيڪس ڪاڻ پنيور ۾ آرياڻي تون اچيج
هي جا تنهنجي آسري، تنهن جي سار لهيج
نماڻيءَ جي نجهري، پيهي حال پڇيج
پنهل هٿئون پانهنجي، وحدت واٽ ونيج
لالڻ لائق پنهنجا، ڪوهيارل ڪريج
سوز عشق جو سپرين، بهرو ڪو بخشيج
محويت ڏي مون پرين، بيدل کي منهن ڏيج



هن ڪلام پوري ٿيڻ بعد حضرت بيڪس رح هوش ۾ اچي ويو، جنهن بعد سرڪار بيدل رح کيس پاڪر پائي چيو تہ: ”مون پنهنجي زندگيءَ جو رهيل حصو توکي ڏنو آهي.“ ۽ وصيت ڪيائون تہ، حضرت لال شهباز جو درنہ ڇڏجو، ڪجهہ امانتون سرڪار مير جان محمد شاه اول ۽ سيد عبدالوهاب شاه گيلانيءَ جون رکيل آهن، سي درگاه جهوڪ شريف ضرور پهچائي ڏجو.



مٿي ذڪر ڪيل واردات جي مترادف تاريخ هند ۾ همايون مغل بادشاه جي علالت وقت سندس والد بابر مغل بادشاه بہ دعا گهري پنهنجي عمر جو رهيل حصو، پنهنجي پٽ همايون کي بخش ڪري ڏنو هو.

اهڙيءَ طرح ديوان بيدل رح جيڪو گدومل هرجاڻي سال 1940ع ۾ ڇپايو هو، ان ۾ بہ حضرت محمد محسن رح (والد

حضرت بيدل رح) متعلق اِن ئي ئي نوعيت جي هڪ روايتِ درج
ٿيل نظر اچي ٿي، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ، سيد علي اڪبر شاه
جيڪو سيد عبدالوهاب شاه جو ڏوهٽو هو، سو تمام ناچاڪ پئي
رهيو ۽ سندس بچڻ جي ڪابہ اميد نہ هئي، ان سيد سڳوري ڪي
حضرت محمد محسن رح پنهنجي حياتيءَ جو صحتمند حصو ڏئي
پاڻ سيد علي اڪبر شاه جي علالت جا ڏينهن کنيا، جن جي گذرڻ
بعد سرڪار محمد محسن رح لاڏاڻو ڪيو ۽ سيد علي اڪبر شاه
ڪافي زمانو زنده ۽ تندرست رهيو.

اهڙي طرح سرڪار بيدل 16 ذوالقعد 1289هجري ۾ رحلت
فرمائي، ان وقت سرڪار بيڪس جي عمر فقط 14 سال هئي.

سرڪار بيدل عليہ رحمت جي رحلت جو صدمو، سرڪار
بيڪس رح تي وڏي شدت سان اثرانداز ٿيو، جنهن سبب هر وقت
سرڪار بيدل رح جي مزار پرانوار جي پير ۾ ويٺو رهندو هو. اِن سبب
ڪجھ سڪ وارا ماڻهو بہ اتي منهہ ناهي رهڻ لڳا. جن مان پائي
ڪشنومل ۽ سليمان فقير جا نالا بڌايا وڃن ٿا. اِهي درويش،
سرڪار بيڪس رح سان بہ ايتروئي اُنس رکندا هئا، جيترو بادشاه
بيدل عليہ رحمت سان عشق ۽ پيار ڪندا هئا.

سرڪار بيدل رح جي وصال کان چند ڏينهن بعد، سرڪار
بيڪس رح ڪجھ فقيرن سان گڏجي درگاه جهوڪ شريف وارن
بزرگن جون امانتون کڻي روانا ٿيا. منزلون ڪندي ڪندي جڏهن
درگاه جهوڪ شريف جي ويجهو پهتا تہ سرڪار بيڪس رح تي
وجداني ڪيفيت طاري ٿي وئي ۽ انهيءَ حالت هي ڪلام سندن
دهن مبارڪ مان جاري پئي ٿيو:

من نعرهِ اناالاحق دم دم زنم بہ سوزي
من ڪوس ذات متلق دم دم زنم بہ سوزي.

جڏهن وقت جي سجاده نشين پير زاهد شاه رح دوم جي
خدمت ۾ پهتا تہ هن صاحب سندن وڏي عزت ۽ محبت سان
آجيان ڪئي، جنهن بعد سرڪار بيڪس رح آندل تبرڪات،
جنهن ۾ هڪ دستار (تاج) هڪ خرقو (جُبو) ۽ هڪ عَصيٰ مبارڪ
هئي، صاحب ڪريمن جي خدمت ۾ ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو. جنهن

تي سرڪار پير زاهد شاه فرمايو ته: "اوهان درويش بلڪل وڏا امانت وارا آهيو. هي تبرڪات اوهان کي لائق ڄاڻي ڏنا ويا آهن، جيڪي اوهان جي عشق ۽ ادراڪ جو انعام آهن. ادا! ڏنل ڏاڻ واپس نه ونبا آهن."

اهڙيءَ طرح ذڪر ڪيل تبرڪات سرڪار بيڪس رح جي تحويل ۾ ئي رهيا. هن وقت دستار (تاج) درگاه سرڪار بيدل رح ۾ درگاه جي جانشين ميان غلام نجف وٽ رکيل آهي، باقي خرقو ۽ عصيٰ مبارڪ ڪجهه زمانو اڳ ۾ مرشد جي ارشاد موجب فقير غلام عليٰ مسرور رح شڪارپوري کي پاڪر طور ڏنل هئي، جيڪا راقم الحروف وٽ اڄا تائين حفاظت ۾ رکيل آهي.

درگاه جهوڪ شريف جي سفر کان ڪجهه ڏينهن پوءِ سرڪار بيڪس رح پيڙيءَ ذريعي سيوهڻ شريف روانو ٿيو، ڪجهه سڄاڻ جهونن فقيرن مان معلوم ٿيو ته، پيڙيءَ جي سفر دوران سرڪار بيڪس وٽ باطني طور ڪجهه ڪاٺڻ جون شيون اينديون پئي رهيون. جيڪي پاڻ سان گڏ پيڙيءَ ۾ سفر ڪندڙن کي به پئي ڏنائون ۽ پاڻ سرڪار بيڪس رح به استعمال پئي ڪيون.

جڏهن سرڪار بيڪس رح سيوهڻ شريف پهتا ته هڪڙا چار درويش اچي ساڻس مليا، جن جي رفاقت سان حضرت لال شهباز قلندر قدس سره جي بارگاه ۾ وڃي پهتو ۽ قرب وصال کان مشرف ٿي سرشار ٿيو.

فقير عبدالخالق المعروف غمدل فقير ٻڌائيندو هو ته، "مون کي پنهنجو مرشد حضرت قلندر شاه رح وڳڻ وارو ڪڏهن ڪڏهن راز ۾ اچي راز جون ڳالهيون به ڪندو هو. هڪ دفعي سرڪار بيڪس رح جي راز جون ڳالهيون ڪندي ڪندي فرمايائين ته: "سرڪار بيڪس رح سان سيوهڻ شريف ۾ جيڪي چار درويش مليا هئا، سي حضرت غوث بهاؤالدين ذڪريا، حضرت شمس تبريزي، حضرت مسعود گنج شڪر ۽ حضرت بوعلي قلندر جن هئا.

سرڪار بيڪس رح ذڪر ڪيل درويشن جا اهڃاڻ پنهنجي ڪلام ذريعي هن طرح بيان ڪيا آهن:

بيٺا منجهہ بازار، لاهوتي مون لکيا
پيرين پراٽا ڪرڪٽا، سُرخ سندن رخسار
ڏسي هن نذر ڪي، ڪيائون تند تنوار
بخشيائون بيڪس کي، عشق وارو آزار
سنياسين مون سڏاريو، ڪريان شڪر گذار



نيڪ روشن هجي تہ سرڪار بيڪس رح ملاقات ٿيل سامين جي تہ ساراهہ ڪئي آهي، بلڪ ان سان گڏوگڏ حضرت عثمان مروندي رح المعروف قلندر شهباز جي بہ وڏي سوزِ عشق سان حمد و ثنا ڪئي آهي.

مثال:

قلندر ماڙ ڪر منهنجي، اچي ٿي راهہ ۾ رهبر.
يا قلندر شاه سيوهڻ جا سدا، ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا.

ياد رهي تہ، طريقت جي مرحلن ۾ جن بہ طريقت جي سردارن سان تعلق ڪيو ويندو آهي انهن جي حضور ۾ طريقت جا طالب ضرور التجاءِ مناجات ڪندا آهن.

سرڪار بيڪس رح سير سفر تان واپس ورڻ شرط ڪنيعي متعلق پڇا ڪئي. معلومات ڪرڻ بعد خبر ملين تہ، ڪنيعو ڪنهن وچڙندڙ بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي پيو آهي اهو ٻڌنديئي سرڪار بيڪس رح ڪنيعي جي گهر پهتو. ڪنيعي جي اها حالت ڏسي فرمايائين تہ: ”محبوب! بس هاڻي باغ بهار آهيو.“ اِهو ٻڌڻ بعد ڪٿ تي اٿي ويٺو. اِن سبب ڪنيعي جي گهر جا ڀاتي جيڪي اڳ ۾ ڪي قدر رنج هئا، سرڪار بيڪس رح جي عزت ڪرڻ لڳا، پر سرڪار بيڪس رح ديدار ۾ مستِ هو، سو انهن جي اِن روئي جو مٿس ڪوبہ اثر نظر نہ پئي آيو.

ان دور دوران ميان عبدالله رح سوچيو تہ، سرڪار بيڪس رح جي ڪٿي شادي ڪرائجي. من پي اِن سبب سندس اجائي گهمڻ ڦرڻ ۾ ڪجهہ ماني اچي. اِهو سوچي هڪ ڏينهن سرڪار بيڪس رح کي چيائين تہ: ”تنهنجي شادي ڪرائڻ جو خيال آهي، سو انڪار نہ ڪجانءِ؟“ پر سرڪار بيڪس هليو ويو. هڪ طرف تعليم ۽

تدريس کان بيزاري ۽ ٻئي طرف وري شاديءَ ڪرڻ کان بہ عاري، انهن
ڳالهين ميان عبدالله رح جي دل ۾ هڪ عجيب اُلجهن پيدا ڪري
وڌي. ان سبب هن صاحب هڪ ڏينهن سرڪار بيڪس رح جي سفر
تي وڃڻ کان ٿورو اڳ ۾ سندس دستار ۾ ٻرندڙ ٽانڊا رکي ڇڏيا.
سرڪار بيڪس وري بنا ڪنهن ڏسڻ وائسڻ جي اها دستار مٿي ۾
پائي گهر کان ٻاهر نڪري ويو. نيڪ روشن هجي تہ سرڪار بيڪس
رح جڏهن سلطاني سير ڪري واپس گهر ايندو هو تہ، پنهنجي دستار
جيئن ٻدل ٿي هوندي هئي، ان ٻدل ٿي حالت ۾ ڪنهن مٿانهين
جاءِ تي رکي ڇڏيندو هو، هن دفعي بہ پاڻ ٻدل دستار ٿي لاهي
مٿانهين جاءِ تي رکي ڇڏيائين.

ميان عبدالله رح جو خيال هو تہ. دستار (پڳ) ۾ ٻريل ٽانڊن
رکڻ سبب اها سڙي خاڪ ٿي وئي هوندي يا وري پاڻ کي ٽانڊن جي
گرمي محسوس ٿي هوندس تہ ٽانڊا ڪڍي ڦٽي ڪيا هوندائين يا
ڪي قدر پڳ جو ڪپڙو سڙيو هوندو، پر هتي تہ ماجرا ئي ڪجھ
عجيب هُئي. ميان عبدالله لِڪي لِڪي جڏهن ان جاءِ تي پهتو،
جتي حضرت بيڪس رح دستار لاهي رکندو هو، ان جي ويجهو وڃي
ڏٺائين تہ، دستار جي اندروچ ۾ ساڳيائي ٽانڊا ساڳيءَ حالت ۾ پيا
آهن. اِها حالت ڏسندي ئي ڪانئس هڪ خوفناڪ رڙ نڪري وئي ۽
پاڻ سنڀالي هيٺ ويهي رهيو. سرڪار بيڪس اهو ڏسي ڪيس
سهارو ڏئي اٿارڻ لاءِ تکو تکو ڊوڙي اچي ڪيس آڏار ڏيندي آٿي ڪٽ
تي ويهاريو ۽ چيائينس تہ، ”چاچا! عشق جي آگ ۾ خاڪ ٿيل
پروانن کي هيءَ بي بقا باھ ڇا ڪندي، منهنجي دستار ۾ اوهان جي
رکيل امانت باسلامت آهي.“

دوزخ ڪي آگ ڪب نہ جلائي اسي ڪي تائين
جس سوختہ ڪاجي هوا، آ گل ڪباب عشق.
(بيدل رح)

چون ٿا تہ، اهي دستار ۾ پيل ٽانڊا جيئن جو تيئن باسلامت
رکيل هئا ۽ دستار جي ڪنهن هڪ لڙ کي بہ تَءُ نہ آيو هو. جڏهن
انهن ٽانڊن کي دستار مان ڪڍيو ويو تہ انهن ۾ ڪاب گرمائش ڪانہ
هئي.

ڪن محبن جو چوڻ آهي تہ، اهي ٽانڊا ڪيترن ڏينهن تائين ٽمڪندا ۽ چمڪندا پئي رهيا ۽ ماڻهو انهن جي ڏسڻ لاءِ اچي پئي گڏ ٿيا. جڏهن اها ڳالهہ سرڪار بيڪس رح کي معلوم ٿي تہ، ڏاڍو خفا ٿي ويا، اِن سبب گهر ۾ اچي اِهي ٽانڊا پنهنجي هٿن سان وچي درياء ۾ ڦٽا ڪيائين.

عشق کي آتش مين هستي کا جلادي پيد رنگ
تابش۔ دوزخ سي اَي زاهد تو ڈرتا هين عبث.
(بيدل رح)

سرڪار بيڪس رح جي ان رنگ کي ڏسي ميان عبدالله رح شاديءَ واري معاملي ۾ ڪيس چوڻ ڪان ڪٽي بس ڪئي، پر اِن مسئلي متعلق ڪافي طور ڳڻتيءَ ۾ رهندو هو، جيڪر ڪنهن بہ طريقي ڪيس شادي ڪرڻ لاءِ راضيڪري وٺجي. ٻئي طرف اِهو بہ ڏسندو رهندو هو تہ، سرڪار بيڪس رح رنگين رنگين لباس پايو خوشبوءِ لڳائي حسن جي ديدار لاءِ گهٽي گهٽي پيو گهمندو هو، ساڳئي وقت ڪيترا ماڻهو سندس بہ شائق هئا. ميان حيدر بخش هڪ ٻي عجيب ڳالهہ بہ ٻڌائي تہ، سرڪار بيڪس رح کي رستي ويندي هڪ پياڻڪ ماڻهوءَ ڏٺو، جيڪو ڪيس تنگ ڪرڻ جي خيال سان سندس جي طرف وڌي رهيو هو. سرڪار بيڪس رح ڏسندي ئي ان جي خيال کي پرکي ورتو ۽ هڪدم پنهنجي هٿ وارو رول (جيڪو هميشہ ڪيس هٿ ۾ هوندو هو) هيٺ ڦٽي ڪيائين. هيٺ ڪِرڻ سان اهو رول ڳاڙهي رنگ جي ازدها نانگ جي صورت ۾ اچي ان ماڻهوءَ جي پٺيان پئجي ويو. جنهن سبب اهو پياڻڪ ماڻهو رڙيون ڪوڪان ڪندو ڀڄندو ڀڄندو نظر کان غائب ٿي ويو ۽ سرڪار بيڪس رح کلندو مرڪندو گهر موٽي آيو ۽ هٿ واري رول کي اتي ئي ڇڏي آيو.

ميان عبدالله رح فجر جي نماز لاءِ، جڏهن گهر کان ٻاهر نڪتو، تہ دروازي جي ٻاهران اهو ڳاڙهو رول پيل هو، جنهن کي اهم ۽ قيمتي سمجهي، ميان عبدالله گهر کڻي آيو. حضرت بيڪس رح ان کي رول کي ڏسي بي اختيار کلڻ ۽ ٽهڪ ڏيڻ لڳو. ميان عبدالله رح جڏهن ڪانئس ان کِلڻ ۽ ٽهڪ هڻڻ جي ماجرا پُڇي تہ

سرڪاربيڪس رح چيو تہ، ”چاچا سائين! بس ان راز کي ئي ڪٽي ڇڏيو.“ پر ميان عبدالله رح ان ڪِلڻ کي پاڻ ڏانهن محسوس ڪندي چيو تہ: ”بيڪس! وڏن جو ادب ڪجي، هي تنهنجي چٽرءِ مذاق وارو رويو مون کي هرگز پسند نہ آهي.“ ميان عبدالله رح جي ايڏي ناراضگي ڏسي سرڪار بيڪس رح اِهو رول مان نانگ ٺيڻ وارو معاملو ظاهر ڪري ٻڌايو. جنهن ڪان پوءِ ميان عبدالله رح ڪي قدر راضي ٿيو. سائين حيدر بخش وڌيڪ ٻڌايو تہ، اهو رول نانگ جي صورت ۾ ئي اچي دروازي تي پهتو هو. جتي پهچندي ئي وري رول جي شڪل ۾تبديل ٿي ويو هو. جيڪو ميان عبدالله رح کي گهر جي دروازي جي ٻاهران هٿ لڳو.

هن روايت ٻڌائڻ ڪان پوءِ ميان حيدر بخش گهر ويو ۽ بہ شيون مون کي آڻي ڏنائين. جنهن ۾هڪ متي ذڪر ڪيل رول هو ۽ هڪ ڪانيءَ جي بيراڳڻ هئي، جيڪا ميان بيگ محمد اول جي هٿن جي هئي. سابق جانشين ميان بيگ محمد جي بيحد اسرارتي مون کيس ڏني هئي. جيڪا چونڪي ۽ ويراڳ واري ڪمري ۾ نصب ٿيل آهي.

نيڪ روشن هجي تہ، جڏهن ميان عبدالله رح جي پهرين گهرواري گذاري ويئي، جنهن مان کيس هڪ فرزند نالي غلام لطيف بہ هو. ان وقت گهر ۾ ٻي ڪنهن عورت جي نہ هجڻ سبب ميان عبدالله رح ٻي شادي ڪري ورتي، جنهن گهر مان کيس پهريون فرزند ڄائو. جنهن جو نالو بيگ محمد رکيو ويو، ميان بيگ محمد جي ڄمڻ تي وڏا شادمانہ ڪيا ويا، ان موقعي دوران خاندان جي آيل عورتن ۽ معصوم نياڻين کان سرڪار بيڪس رح کي شاديءَ متعلق زور وجهرايو ويو. سرڪار بيڪس رح پنهنجي خاندان جي وڏڙين عورتن ۽ معصوم نياڻين کي نراس ڪري نہ سگهيو ۽ شادي ڪرڻ متعلق راضي ٿي پيو.اهڙيءَ طرح ساڳي ئي سال سرڪاربيڪس رح کي روهڙيءَ جي پاتولي خاندان مان شادي ڪرائي ويئي. ٻن ٽن سالن گذرڻ باوجود بہ کين ڪو اولاد نہ ٿيو. جنهن سبب خاندان جون عورتون ۽ مرد ڪي قدر پريشان بہ ٿيا. تہ ٻئي طرف ڪنوارڪان بہ پڇيو ويو تہ: ”اوهان گهوٽ ڪنئوارجو پاڻ

۾ پيار ناهي ڇا؟“ جنهن تي ڪنوار جواب ڏنو تہ: ”ميان صاحب جو مون سان ايڏو پيار آهي، جنهن جو ڪاٿو ڪرڻ مشڪل آهي.“ تنهن تي آيل عورتن چيو تہ: ”پوءِ اوهان ڇٽيو وٽيو ڇو نہ ٿا؟“ جنهن تي ڪنوار مرڪي ڏنو ۽ چيائين تہ، ”الاهي ديدارڪان ئي واندا نٿا ٿي سگهون تہ، ٻاروري ڪهڙي وقت ڇٽيون؟“

طعنا تنڪا سپ ڪو سدا، ڏي عشق ورن کي ادا
مهٽا ملامت جڳ سندا، سي سپ مون کي منظور وي.
(بيڪس رح)

ساڳي سلسلي کي قائم رکندي ميان عبدالله رح، حضرت بيڪس رح کي تمام گهٽي تنبيهہ ڪندو رهندو هو تہ، هو اولاد ڄڻڻ واري مرحلي متعلق غور ڪري، پر سرڪار بيڪس رح گهٽو ڪري دنياوي معاملن کي گهٽي اهميت نہ ڏيندو هو. اهڙيءَ طرح هر وقت ان معاملي کان نٽائي هليو ويندو هو.

هڪڙي ڏينهن ميان عبدالله رح کي پنهنجو ٻيو نمبر پٽ بيگ محمد ڪڇ تي هو، تہ اڳيان حضرت بيڪس رح اچي رهيو هو، جنهن جي پٺيان ميان عبدالله رح جو پهرين گهر مان پٽ غلام لطيف اچي رهيو هو. حضرت بيڪس رح کي سامهون ايندو ڏسي ميان عبدالله رح چيو تہ: ”ميان! توکي بہ ڪو اولاد هجي تہ ڪهڙو نہ چڱو!“ تنهن تي حضرت بيڪس رح پٺيان ايندڙ نينگر غلام لطيف کي ڀاڪر وجهي هڪدم ڪڇ تي کنيو ۽ فرمايائين تہ، ”هي غلام لطيف منهنجو فرزند ۽ اهو جيڪو اوهان جي ڪڇ تي آهي، سو اوهان جو پٽ آهي، هاڻي تہ بس!“

سرڪار بيڪس رح جڏهن نينگر غلام لطيف کي ڪڇ تي کنيو تہ، ان تي جذب ۽ مستي طاري ٿي ويئي، تنهن ڪري ٿورڙن ڏينهن اندر ئي وڃي دارالبقا رسيو. ان حادثي بعد ميان عبدالله رح کي جيڪو آخري فرزند ڄائو ان جو نالو ورائي غلام لطيف رکيو ويو.

ذڪر ڪيل روايت ان وقت جي جانشين ميان حيدر بخش کان ٻڌي هيم، هي صاحب تاريخ ۽ تصوف جو وڏو ڄاڻو هو ۽ ظاهر ۾ درگاهہ درازا شريف وارن بزرگن کان طالب ٿيل هو. ٻاڻ اڪثر هيءَ ڪافي چوندو رهندو هو:



اهو حڪم درگاهون مولا قادر قدس قرارو ٿي
شاه قطب جيلانيءَ جو جوشون طبل نينهن نقارو ٿي.
روز ڪچهري پيغمبر جي شاهہ درازن وارو ٿي
قدم قدم تي حج قبوليت زياده مقصد وارو ٿي.
ڪاڏي ڪن ڪيا ٿي ٻوڙا ڳالهہ اها سچ سارو ٿي
ڏوڙي اچ درازن دل سان قلب اچا جي ڪارو ٿي.
يار يقين رکو هڪ هِردي درشن دل ديارو ٿي
نانڪ يوسف يار سٽج اها عمر دم گذارو ٿي.

راقم الحروف سرڪار حيدر بخش قريشيءَ کان متاثر هُيو. حَسين چنبا، لطيف ستارا جن جو هڪ هنڌ جهرمٽ ڪيترو دلڪش هوندو، ان جو اندازو فقط ان کي ٿيندو، جيڪو انهن ۾ شامل هوندو. بهرحال سرڪار بيڪس رح پنهنجي معمول مطابق، حسن وارن جي ديدار ۽ راڳ ويراڳ ۾ مست گذاريندو هو، پر ڪِن ماڻهن جي بيجا خوشامد سبب بيزار بہ ٿي پوندو هو. ڪنهن ڪنهن وقت خوشامد ڪندڙ کي ڪانيءَ جو رول بہ هڻي ڪڍندو هو.

ذڪر ڪيل ڪانيءَ جو رول جيڪو ڳاڙهي رنگ سان رڱيل هوندو هو، هو هميشہ سرڪار بيڪس رح هٿ ۾ کنيو گهمندو هو.

وقت گذرندو رهيو، پاڻ اڪثر رات جو بارگاهہ حضرت بيدل رح ۾ ئي رهندو هو.

اوچتو هڪ رات پاڻ شهر واري گهر ۾ متي ڪوٺي تي چڙهي ڏيئو ٻاري ويهي رهيو. گهرڀاتين جي پڇا ڪرڻ تي فرمايائين تہ: ”اڄ مالڪ ايندا، جَن جي آمد آهي، ان ڪري ڏيئو ٻاريو اٿم.“ ان رات ٿوري وقت گذرڻ بعد ڪنيعو اچي پهتو. جنهن سبب سرڪار بيڪس ڪوٺي تان لهي اچي ساڻس مليو. ان وقت خلافِ معمول سرڪار بيڪس رح ڪنيعي کي دڙڪو ڏئي چيو تہ، ”منهنجي مرڻ کان پوءِ منهنجي قبر تي ڪڏهن بہ نہ اچجانءِ. جيڪا بہ تنهنجي حاجت ۽ ضرورت هوندي، اها گهر ويٺي پوري ٿي ويندي. جيڪڏهن تون ڳالهہ ٽالي ڪري آئين بہ تہ، منهنجي قبر ڦاٽي پوندي ۽ مان هڪدم ٻاهر نڪري ايندس.“ ان مقولي جي اثر کان سيد انور علي شاهہ

جهانپوري هڪ مصرع هن طرح چئي آهي:

مُئي کان پوءِ محبوب جي تون اچين منهنجي متان
تہ هڪدم اٿي سجدو ڪيان، توڙي هجان مزار ۾.

سرڪار بيڪس رح جو هن طرح چوڻ بڏي ڪنيعو پنهنجي گهر هليو ويو. بهرحال جڏهن صبح ٿيو تہ سرڪار بيڪس رح ان ڪوني تان هيٺ نہ لٿو.

گهرياتي ان ڪوني تي چڙهي ڇا ڏسن تہ، هر طرف رابيل گلاب ۽ طرحين طرحين گُل وڇايا پيا آهن. جنهن سبب ايتري تہ خوشبوءِ متل هئي، جو دماغ هڪ هنڌ جهلجي نہ پئي سگهيو. گهڻي غور ڪرڻ بعد جڏهن سرڪار بيڪس رح جي ڪٽ طرف ڏنائون تہ مرغ لامڪاني، پنهنجي وطن وڃي چڪو هو.

ان اوچتي انتقال سبب عام خاص ماڻهن ۾ ماتم مچي ويو. ڪيترا نوجوان تہ سرڪار بيڪس رح جي وڇوڙي سبب بيهوش ٿي ويا.

بعد ميري ديکنا روئي گا سارا زمانا
ڌوم سي نڪلي گا ميرا ماتم تمهاري سامني
(داغ دهلوي)

سرڪاربيڪس رح جي وصال تي ٻار ٻڍا ۽ نوجوان آلين اکين سان اچي پهتا ۽ سندس جسد اطهر کي درگاه حضرت بيدل رح جي طرف کڻي ٿي هليا تہ، ان وقت اچانڪ سيني ماڻهن جي زبان تي هي ڪلام هو:

”جنازا لي چلو يارو، سجن ڪي ڪوچي مين ميرا.“

سرڪار بيڪس رح جي وصال جي تاريخ جو قطعو مرحوم عبدالحسين شاه موسوي جي تاليف ديوان بيڪس مطبوعا 1965ع ۾ هن طرح درج ٿيل آهي:

آن يار نوجوان ڪہ خوش بود صحبتش
رفت از جهان بماند ازو داغ حسرتش
سال رحيل آن زخِرد جست گفت آن
باوصف پاڪ محمد محسن شهيد شوقش
سال 1298 هجري

اهڙيءَ طرح وري جيڪا ڪنيعي سان حالت هئي، جيئن جو
ڪيس خبر پئي ته، منهنجو عاشق مون کي ڇڏي ويو ته وجي ڪٽ تي
ڪريو ۽ اهڙيَ ته علالت ۾ مبتلا ٿي ويو. جو حڪيم طبيب به
ڪيس لاعلاج قرار ڏئي ويا. اِن سبب ڪنيعي پنهنجي مِٽن مائٽن
تي زور پريو ته، مون کي حضرت بيڪس سائينءَ جي مزار تي وٺي
هلو. ان کان سواءِ منهنجو بيو ڪوبه علاج نه آهي. ڪنيعي جي
مائٽن کي اها به خبر هئي ته، هن کي سائين مزار تي اچڻ کان جهليو
آهي. پر ڪنيعي جي ليلائڻ ۽ آه زاري ڪرڻ سبب مجبور ٿي ڪيس
حضرت بيڪس رح سرڪار جي مزار ويجهو رکي ويا. جنهن بعد
هڪدم وڏو ڌماڪو ٿيو. ٿوري دير رکي سهمي سهمي هوريان هوريان
وجي ڇا ڏسن ته، سرڪاربيڪس رح جي مزار ۾ هڪ وڏو شگاف
پئجي ويو آهي ۽ ڪنعيا لال به گذاري ويو آهي.

ياد رهي ته، ڪيترو وقت ڪنهن کي به جرئت نه ٿي ٿي، جو ان
شگاف کي پُر ڪرائي. پر جڏهن سرڪار بيدل رح ۽ سرڪار
بيڪس رح جي پياري عاشق درگاه تي ڪم ڪرائڻ شروع ڪيو ته
سرڪار مرشد کان اجازت وٺي ان شگاف کي پُر ڪرائي ڇڏيو.

## بيڪس فقير جي شاعريءَ متعلق

حضرت محمد محسن بيڪس عليه رحمت جي وڏن بزرگن جو
ملتان شريف سان تعلق هو. حضرت عبدالقادر قريشي عليه رحمت
هن خاندان جو پهريون شخص هو، جيڪو مير جان محمد شاهه اول
جي چوڻ تي ملتان شريف کان لڏي اچي روهڙي شريف ۾ رهيو.

هر ڄاڻو ماڻهو اِن ڳالهه کان پوري طرح باخبر آهي ته، ملتان
شريف جي ماڻهن جي مادري ٻولي سرائيڪي آهي. اهڙيءَ طرح
سرڪار بيڪس رح ۽ سندس وڏڙن جي مادري زبان سرائڪي هئي.
نيڪ روشن هجي ته سنڌي زبان سان گڏ سنڌ ديس ۾ سرائڪي زبان
ڳالهائڻ جو به گهٽي قدر رواج هو.

سيد عبدالوهاب شاهه گيلاني رح جيڪو مير جان محمد شاه
اول جي وصيت موجب سندس پوين کي فيض رباني رسائڻ لاءِ
روهڙي شريف ۾ آيو هو، جنهن جو وطن ياڳناڙي هو، سو به سرائڪي

زبان ڳالهائيندو هو.

نيڪ روشن هجي تي پاڳناڙيءَ جي ماڻهن جي ٻولي بلوچي ۽ سرائڪي آهي. سندن روزمره جي وهنوار ۽ اندرباهر اچڻ وڃڻ وقت اڪثر طور سرائڪي زبان ئي استعمال ٿيندي رهندي آهي. البت مختلف علائقن ۾ ان زبان جي لهجي ۽ زير زبر پيش ۾ فرق ضرور هو.

سيد عبدالوهاب شاهه گيلاني جڏهن روهڙي شريف ۾ آيو ته، سرائڪي زبان استعمال ڪندو ۽ وعظ نصيحت به سرائڪي زبان ۾ ڪرڻ فرمائيندو هو. پاڻ (سرڪار محمدمحسن عليه رحمت حضرت بيڪس رح جو ڏاڏو) ۽ مير جان الله شاه دوم واعظ واري مسجد ۾ گڏ رهندا هئا.

مٿي ڄاڻايل سببن ڪري سرڪار بيدل رح ۽ سندس وڏڙن جو سرائڪي سان سنڌي ٻوليءَ سان وڌيڪ واهپو هو. اهڙيءَ طرح سندن شاعريءَ جو مواد سنڌي زبان کان وڌ سرائڪي زبان ۾ مليو آهي.

ان کان علاوه حضرت بيڪس رح ۽ سندس خاندان وارن جو فارسي ۽ عربي زبان سان به گهڻو تعلق هو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته، مير جان محمد شاه رح ۽ سرڪار بيڪس عليه رحمت جي خاندان وارن مردن جو گهر ۾، مردن سان اڪثر ڪري فارسي ۽ عربي زبان ۾ گفتگو ٿيندي هئي. اهوئي سبب هو جو سرڪار بيڪس رح جو فارسي ۽ عربي زبان ۾ به ڪلام ملي ٿو. اهڙيءَ طرح هندي ۽ اردوءَ جو به هند ملڪ جي لاڳاپي سبب به وهنوار رهيو ٿي. ٻيو ته روهڙي شهر ۾ هندن جي به اڪثريت هئي، جن جي اثر سبب به هندي زبان جو ڪثرت سان استعمال ٿيندڙ هو.

ساڳئي دور ۾ هندستان اندر اردو لکڻ شغل تمام تيز هو. هن خاندان جي شاعرانه ۽ صوفياڻي طبع سبب ذڪر ڪيل مواد سان گهرو تعلق رهيو هو. ذڪر ڪيل سببن ڪري به سندن مواد هندي ۽ اردو زبان ۾ به ملي ٿو، جيڪو مختصر طور واقفيت لاءِ هت پيش آهي:

## سنڌي ٻولي

خوني خماري چشمان چٽن ٿيون،
ڏسڻ سان عاشق تہ ڪيئي ڪهن ٿيون.

سرائڪي ٻولي

تِلُ نہ پُوسي ترس مئن جاتا ها يار تُسان نون
ڪاڻ ڪنهين رنگ ۾ بيرنگي، بيدل مان ٿئين بيڪس

اردو زبان

ڪيا هَي تم نَي بَي تاب قسم الله
مئن پيا هَي شوق شراب قسم الله

فارسي زبان

حڪايت حالتِ هجران تو مي داني و مي دانم
شڪايت شوخيءَ چشمان تو مي داني و مي دانم

عربي زبان

ليس مثلڪ يا اَخي اينَ انَا في العشقڪ فنا
ڪانَ فِي الدَّارين ثبتڪ يا اَخي قائم لقا

هندي زبان

گنوري ڪهَي گنور سُون ڪون پليرا ديس
سنگت مِلي تہ گهر پلا، نہ تہ پلا هَئي پرديس

حضرت بيڪس عليہ رحمت جي ڪلام ۾ ان دور جي ماحول مطابق ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي لحاظ کان جيڪي ٻوليون مروج هيون مثال طور سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي عربي ۽ هندي، تن جو آزاديءَ سان استعمال ٿيل آهي، گڏيل ٻولين جي امتزاج مان اهو محسوس ٿئي ٿو تہ پاڻ جيڪو بہ ڪلام چيو اٿن تہ جاٽي واٽي عام شاعرن وانگر طبع آزمائي ڪانہ ڪئي اٿس. جنهن ڳالهہ جي تصديق سندس ڪلام پڙهڻ سان ٿئي ٿي. پاڻ جيڪو بہ ڪلام چيو اٿس ان ۾ ڪنهن بہ هڪ زبان جي دائري ۾ مقيد نہ ٿو رهي، غور سان ڏسبو تہ سندس ڪلام ۾ ذڪر ڪيل مڙني ٻولين جا لفظ آندا اٿس. اهڙيءَ طرح سندس ڪلام مستيءَ جي ساغر مثل هر پابنديءَ کان آزاد بہ نظر اچي ٿو.

اڳتي هلي جڏهن حضرت بيڪس رح جي شعري گهاڙيتن تي

نظر وجهجي ٿي ته ان زمري ۾ ڪافي شعري ڪاريگريون نظر اچن ٿيون، جنهن ۾ ڪافيون، غزل، توشيح بند، مثنويون، منقبت مناجات ۽ بيت اچي وڃن ٿا، جن جا مختصر مثال هن هيٺ ڏجن ٿا:

## ڪافيون:

ڪافين جي سلسلي ۾ سرڪار بيڪس رح جي ڪلام ۾ سنڌي ۽ سرائڪي شاعري ملي ٿي. جنهن ۾ خاص طور حسن عشق جون رمزون ۽ همه اوست جو راز نمايان طور موجود آهي سندس تخيل جو پرواز ۽ مشاهدو حيرت جي مقام جو سير ڪندي اثباتي الوهيت ۾ وڃي جذب ٿئي ٿو.

مثال طور:

حسن حيرت يار، ڏاڍا چرچا لايا وي
حسن سونهارا سير ڪريندا، بي رنگي وچ رنگ رکيندا
جنهن ڏي سر آ عشق اڙيندا، نازدا ناوڪ تنهن نون مريندا
دل لٽي دلدار، عينون عين اڙيا وي.
(سرائڪي)

موج مستيءَ ۾ سدا نيو، سالڪن کي سڪ سبيل
اَنئي پهر الله ۾ گم، تا رهن عاشق عليل
(سنڌي)

جڏهن حضرت بيڪس رح جي ڪلام ۾ غزلن تي نگاه پوي ٿي ته هڪ طرف بحر وزن ۾ نيڪ ناڪ لڳن ٿا ۽ بيو ته انهن ۾ تخيل جو پرواز حقيقي طور نمايان نظر اچي ٿو، سندس غزل، سنڌي، اردو، فارسي ۽ عربي زبان ۾ موصول ٿيو آهي، جن جا مثال هن طرح آهن:

مجازي مام اوکي ٿي، جُسو جيءُ پانهنجو گهورين
ڏسي تَو تاب تيزايين، متان منهن يار کان موڙين
خوديءَ کان خيال پنهنجي جا، ٻري خيما وڃي کوڙين
بيڪس بيدل توسان آهي، اندر ۾ عشق سان اورين.
(سنڌي)

تصوير تيري مجهہ کو ياد تا محشر سجن هوگا
کَهان محشر رها اَي دل مدامي بربَدن هوگا.
کهان شيرين کهان فرهاد، کب مشتاق کب معشوق
کيي هَي زير کب بالا، کيي عرش و زمن هوگا
(اردو)

ساقيا بهار آمد، رنگين لباس کُن
مئي لال فام بخشا وحدت اساس کن
احوال صوفيان را، از دل طنبور پرسي
بازار حسن گرم است، بر دل قياس کن.
(فارسي)

ليس مثلک يا اَخي اين انا في العشقک فنا
کان في الدارين ثبتک يا اَخي قائم لقا
(عربي)

## توشيح بند:

سرڪار بيڪس رح پنهنجي منظورِ نظر ڪنعيالال جي نالي ۾ آيل حرفن جي ابتدا سان توشيح بند هن طرح چيو آهي. هتي مثال طور ڪجهہ بند پيش ڪجن ٿا:

ڪاف: ڪانگا ٻيلي ويلي ڪويلي، مينهان چريندا شاهہ سويلي
ويک جوڳي دا جمال
نون: نيارا ظاهر ذاتي، سير ڪري وچ شهر آفاقي
عجب اوهيندي چال

## مثنويون:

سرڪار بيڪس رح جي ڪلام مان هت ڪجهہ بند مثال طورپيش ڪجن ٿا:

بحمدالله ڪريان تعريف رب جي
جنهن جوڙي آهي روزي سڀ جي.
اُهو خاوند صاحب شاهہ سلطان
هِتي ظاهر ٿي آيو انسان.

کڏهن چيائين تہ آهيان واحد پاڪ
کڏهن احدون احمد تي آيو چاڪ

**مفقبت:**

چوان تعريف شهباز قلندر، حسيني مير مروندي قلندر
نہ هو باهو مگر مولا قلندر، ولي عثمان قطب دين قلندر.

**مناجات:**

يا قلندر شاه سيوهڻ جا سدا، ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا
حضرت پير طريقت شاه تون، فلڪ احديت سندو ماه تون
محمد حيدر رضہ سندو دلخواه تون، هر ولي الله عالي جاه تون
يا قلندر شاه سيوهڻ جا سدا، ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

**بيت:**

بيتن جي زمري ۾ سرڪار بيڪس رحؒ جا بيت سنڌي ۽ سرائڪي زبان ۾ مليا آهن، جن جا مثال هن هيٺ پيش ڪجن ٿا:

عمر اباڻن جا ٿا پلپل پونِ پُور
بيڪس هتڙي بند ۾جهليو ڪنهن ضرور
سنگهارن جي سور، اندر مون اڌ ڪيو.
(سنڌي)

تون صاحب تخت هزاري دا، مئن جهنگ سيال دِي جٽي
تيڏي ڪيتي خدا چاٽي، پنهان ڪيتي مئن چٽي
بيڪس بيوس ڪيا ڪري، جو دل نماڻي ڦٽي
(سرائڪي)

سرڪار بيڪس رح جي ڪلام ۾ پهرين صف جي صوفي شاعرن جيان مشهور رومانوي داستانن موجب بہ ڪلام ملي ٿو. جنهن جا ڪجھ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

پنهل ونئي ويا ڪري مو نسان ڏاڙو، ڏسو ڏيرن جي ڏاڍائي،
بيڪس تہ وس ڪري ٿو وڏائي، سڪ اندر ۾ اٿم سدائي،
راتيان ڏينهان اِهو اٿم راڙو، من طلب شيءِ ملندم جائي.
(سسئي پنهون)

رانجهي والي راز، ميڏا من موهيا،
صورت ساڏا سپ پِلايا، عشق دي ڪيتي فرش تي آيا



بيڪس سوز گداز، دل دا جاما ڏويا.
(هير رانجها)

مدد ڪر ميهار، ڪر ميهار، ترهو ڪٽي آ تار ۾
دلڙي تي دانهون ڪري، تنهنجي سڻ ڪوڪار
بيدل سندي بره ۾، بيڪس پيو پوڪار
(سهڻي ميهار)

اباڻن جي اڪير، راتو ڏينهان روئاري تي
اباڻي جي آسري عمر، لوئي تيڙم ليڙ
پٽ پنهوار شل پاڙي
بيڪس وس ناهي ويڙهيچن جو، توڙون لکيل تقدير
ڪير لکئي کي ٽاري
(عمر مارئي)

ڪڏهن راضي تي ملندين راڻا، سوڍل يار سياڻا
ڪاڪ ڪوماڻي ويل وهاڻي، پينگ ٽيا سپ ياڻا
بيڪس چا هي در تنهنجي تي وَتن ولي وڪاڻا
(مومل راڻو)

جيڪڏهن اَجا وڌيڪ غور ڪبو تہ گذريل دور جي شاعرن سان بہ سرڪار بيڪس رح جي شاعريءَ جي هم آهنگي معلوم ٿئي ٿي. جن جا چند مثال، معلومات لاءِ پيش ڪجن ٿا:
مثال:

مون ۾ عيب اپار، آءُ جا طامع آهيان تنهنجي
(پٽ ڌڻي رح)

مون ۾ عيب اَپار، آءُ تہ سجڻ تنهنجي گولي آهيان.
(سچل سرمست رح)

مون ۾عيب اَپار، جاڻيون سجڻ تو جاڻين.
(سرڪار بيڪس رح)

اڄ ٻاروچل اڄ الا، گهوريو وڇوڙو تو ماري
(پٽ ڌڻي)

ڪر نہ جدائي يار، گهوريو وڇوڙو ورُ تون
(سرڪار بيڪس رح)





هن تہ غريب جو حال، سچڻ توکي معلوم آهي.
(سچل سرمست رح)

هادي منهنجو حال، معلوم اَتوَ مڙوئي.
(سرڪاربيڪس رح)

عشق امام ميرا، ديگر امام ڪيا هَي
(سچل سرمست رح)

عشق اساڏا امام،حسن دا جلوا ڪعبہ قبلا
(سرڪاربيدل رح)

عشق اسان جو امام، دين ڪفر سان ڇاهي ڇاهي.
ٿيو آهہ يار سيلاني، نہ ڄاڻان ڳالهہ ڪهڙيءَ کون
(سچل سرمست رح)

ساجن سائين سير ڪرڻ لئہ، آيو تي انسان
(سرڪاربيڪس رح)

آهيان پاڻ الله، هت تو ڪي ڏينهن گذاريان
(سچل سرمست رح)

آهيان پاڻ الله، عشقون تو عبد سڏايان.
(سرڪاربيڪس رح)





# مدحيہ ڪلام
## حال نامون

بحمدالله ڪريان تعريف رب جي
جنهن جوڙي آهہ روزي سبَ جي
اهو خاوند صاحب شاهہ سلطان
هتي ظاهر ٿي آيو آهہ انسان
ڪڏهن چيائين جو آهيان واحد پاڪ
ڪڏهن احدون احمد ٿي آيو چاڪ
انَا احمد بِلا ميم چيائين
فَقد رائي الحق کي مشهور ڪيائين
چيائين نور منهنجو ڪلَ شيءِ آهِ
سڄ بيڪس اهو ساڳيو بہ تون آهِ
اَلا يائين خَلق الادم يقينا
عَليٰ صورت هي چيائين ٿيءُ بينا!
ناهہ انسان بيشڪ آهہ سبحان
ناهي هي خاڪ آهي پاڪ رحمان
وهم ويڙهيو ادا توکي جو آهين
جي ٿئين هوشيار ساڳيو نور آهين
ڏسو قرآن ۾ جو صاف آهي
اِهو امر شرع جو معاف آهي
اَشارو آهہ وجه الله صاف
تولَوا سڻ تون شرع مضاف
پَلا بيڪس سگهو ڪر ويرَ وارو
وحدت عق جو سر سمجهہ سارو
تو سان بيدل ڪندو بيشڪ پَلائي
ڪجانءِ بيڪس سدا وحدت جي وائي



تنھنجو دلدار مرشد آھہ بيدل
ڪندو توکي مدامي شاھہ خوشدل
تنھنجو پير، مغان بيشڪ آھہ بيدل
ڪندو پڻ دستگيري تنھنجي بادل
ڏسو اي طالبو! جو عجب آھي
تہ ڪيئن منصور برسر دار آھي
نہ خيال آھي نہ وھم جي جاءِ آھي
مگر ويساھہ وحدت واھَہ آھي
اناالحق چئہُ درد دل مدام خود
ڪدي چڏ تون دايُون دوئي خام بد
چيو ھيئن موج ۾ آ غوثِ اعظم
انا قادر سبحان اعظم
ڏسو ڪيئن شمس تبريزي ڏنو پوش
گنوايائين سمورو ظاھري ھوش
عطار شيخ بہ چيو ھو من خدايم
خدايم من خدايم من خدايم
اھا ڳالھہ نہ آھي جو زباني
ڏادي مشڪل آھي ھيءَ يار جاني
نہ چئہ بيڪس زباني تون اناالحق
اِھو تون درد دل ۾ رک مُحقق
جڏھن ٿيندين نفي اي يار زوري
تڏھن اثبات نالاحق چوندين زوري
پلا بيڪس سڄ ھي حال سارو
فن اتِج پوءِ مارج نينھن نعرو
تون چئہُ ھمہ اوست جملي يار موجود
يقينن سڻ آ مشتاقن جو مقصود
ناھي موجود ٻيو ڪوبہ مگر يار
پاڻ ئي عاشق تئي تو پاڻ دلدار
ڪٿي ڪافر سڏائي بيد برھمان



ڪٿي مسلم ٿي پڙهي ٿو ياد قرآن
چيو پير مغان مون کي هي اسرار
جو جملي او است اي طالب خبردار
نہ آ ڪا چيز وحدت عشق جهڙي
نہ آ ڪاوات وحدت سهل اهڙي
حديثي رامڪن اطوال بيڪس
بيان ڪن حال خودرا نالہ ڪن بس
بتاريخ چهار و بيست رجب
بہ سيوستان نشستہ بود مغرب
دوازده نهم نود چهارم بلاشڪ
بدآن وقت شه لاريب لاشڪ
چوان تعريف شهباز و قلندر
حسيني مير مروندي قلندر
نہ هو بانهو مگر مولا قلندر
ولي عثمان قطبِ دين قلندر
ظاهر باطن آهي سلطان قلندر
بہ سرتاج الاهي شانِ قلندر
شهہ ملڪ مڪان و لامڪاني
صبر ڪُن زاهدا رمزاين چہ داني
بہ چشمان يقين بنگر قلندر
قلندر نيست اِلاهيست قلندر
ڪوئي طالب سوالي جو اچي ٿو
بہ مطلب خويش خوش گشتہ وڃي ٿو
آهي سلطان ملڪِ جاوداني
جنهين جي عرش ڪرسيءَ ۾ نشاني
قلندر آ سچو سرور قلندر
قلندر ملڪ سلطاني قلندر
قلندر شاه شهباز است مخدوم
ڪند هستي زِ طالبان معدوم



قلندر سرور اوتاد و اَبدال
قلندر پير پيران شاهہ افضال
آهي محي الدين سبحان بيشڪ
نہ آ تنهن ۾ فرق لاريب لاشڪ
اهي مرقد سندن روشن بہ سيوهڻ
مثل شاهہ – نجف جي آهيٰ سيوهڻ
ولادت گاهہ آهي سندن مروند
ناهي ٻيو اهڙو ڪوئي شهر فرخند
جڏهن منجهہ شهر سيوهڻ جي قدم پيو
پيچڻ آيو اتي درويش هرڪو
هو هڪڙو غوث نالي شاه اعظم
مُڪو هڪ جام جنهن ۾ کير سالم
پيالي کير جي ٻوجهي پئسو هڪڙو
وجهي منجهہ جام جي ان کي موڪليو هو
چوايائين شاهہ شهباز ڏي تان
اسان آهيو کيرُ تون پئسو ميان
قلندر شاه حضرت موڪليو گل
ڪري داخل انهيءَ ۾ موڪليو قُل
اوهان ڪل کير آهيو مان آهيان گُل
ائين ترندس جيئن منجهہ کير جي قُل
اوهان جو ڪو سلامي ڪونہ ٿيندو
سرو عالم پيادو سوار ايندو
مڙئي ايندا خِجالت ۾ اوهان پير
جو ختمو ڪونہ بخشيندو نہ ست سير
قدم بردار ٿيو پوءِ شاهہ پنج گنج
بہ طرف شاهہ محمود شڪر گنج
بہ ڪوهستان تڪ نعرو هنيائون
منهن دوران بگورستان متيائون





# حضرت قلندر شهبازؒ جي حضور

يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

بادشاهہ حضرت قلندر سرورا
ڪر رسي تون رهبري اي رهبرا
تنهنجي آهي امر ۾ هردو سرا
بهرِ مولا در دل مان اندر آ
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

حضرت پير طريقت شاهہ تُون
فلڪ احديت سندو ماهہ تون
محمد ۽ حيدر سندو دل خواهہ تون
هر ولي الله عالي جاهہ تون
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سَدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا



تنهنجو منصب شاهہ چيو مولا علي
حيدرِ ڪرار تون مولا علي
ڪر ڪرم يڪبار تون هت هلي
دل دنيا جي حرص توڏنهن جهلي
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا



جيفته دنيا، تنهن کان ڏي نجات
بخش مون کي يا شهہ عالي صفات
توکي دم دم ٿو سنڀاريان ڏينهن رات
يا شاهہ شاهان تون حق جي آهين ذات
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بنديءَ تي لڳ خدا

صدقو ناني سيد الابرار جي
صدقو ڏاڏي حيدرِ ڪرار جي
صدقو حضرت بادشاهہ دلدار جي
صدقو شاهہ مجتبيٰ مختيار جي
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بنديءَ تي لڳ خدا

ڪر پلائي برهہ جي يا سيدا
ڪر نوازش نينهن جي يا سيدا
ڪر عنايت عشق جي يا سيدا
ڪر مهر ڪا درد جي يا سيدا
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بنديءَ تي لڳ خدا

وِجهہ توجه عشق ۾ احديت سندو
ڪر ڪرم ڪثرت مٿي وحدت سندو
وَر وسايو مينهڙو محبت سندو
ٿيان شڪاري شاهہ جي نُصرت سَندو
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بنديءَ تي لڳ خدا





قال ڪيو ۽ حال ڏي يا سيدا
عشق وحدت ڪر عطا تون لڳ خدا
آهين هر جاءِ تي وسيلو خاوندا
واه منهنجي ڪر سگھو يا سيدا
يا قلندر شاهه سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

نور نرمل ڪر نظر يڪبار تُون
نور مولا جو آهين نروار تون
احمد ۽ حيدر سندو دلدار تون
هر ولي الله جو آهين يار تون
يا قلندر شاهه سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

حال منهنجي سان حُسيني همقدم
هج تون هر دم بادشاهه دمبدم
ساڻ هجڻَ تنهنجي حيسني ناه غم
ٻئيَ ڪنهن عالَم ساڻ منهنجو ناهه ڪم
يا قلندر شاهه سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا



ڪئي خوديءَ مون سان خرابي شاه پاڪ
هن جڳت ۾ مون کي ڪيو هستيءَ هلاڪ
ڪيو دوئيءَ جي درد مون کي سينه چاڪ
پاڪُ پنهنجي نور سان ڪر منهنجي خاڪ
يا قلندر شاهه سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا



تون حسيني شاهہ آن شهباز لال
طور تي تنهنجي ڏنو موسيٰ جلال
رکيو عيسيٰ اُتي فلڪ الڪمال
ربع فلڪ تحت قدمين خوش خيال

يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا
تون آهين صانع اسان جو حضرتا
ترت رس تڪ تار ۾ يا سيدا
ڪل نبين ڪل ولين جي مدعا
تون آهين مختيار مولا هاديا
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

مير مروندي حسيني شاه باز
تون غريبن جو آهين دلنواز
هٿ ٻڌي عاجز ڪري ٿو هي نياز
مغز پستي جان تون ڪر نہ ڪر پياز
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

تنهنجو منصب آهہ ستار الغيوب
تنهنجو مشرب آهہ غفارِ الذنوب
مون کي ڪر مجذوب يا مطرب قلوب
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا



دردمندن کي ڏئين در مان تون
مون تي ڪر ڪو عشق جو احسان تون
بخش بهرو عشق جو سلطان تون
بهر جملي آهين جانِ جهان تون



يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

ڪيو ظهورو ذات تنهنجي بالفضل
منجهہ صفت جي نور عالي بي بَدل
منهنجو منظورِ نظر سان ڪر وصل
دور ڪر دشمن جو اصلئون آ تڙيل
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

ڪر نفي نروار هي جيفہ جسم
لِک تون دل جي لوح تي اناالحق اسم
ڏاهہ هِي جسمي جهاني طلسم
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

توتي آهي ننگ منهنجو منجهہ سفر
ڏنهن عقوبت ڏي نجاتي منجهہ قبر
ڪر مون کي بيدل جيان بي پاء وَسر
تان نہ ساڙي باهہ مون کي منجهہ حشر
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا

يار منهنجي ساڻ ڪر منهنجو وصال
عشق وحدت ساڻ ٿيان مان خوش خيال
در تنهنجي تي درد جي ڪيڏان ڌمال
مان نڌر بيڪس نماڻو عشق حال
يا قلندر شاهہ سيوهڻ جا سدا
ڪر نظر بيڪس بندي تي لڳ خدا







يا شهنشاھہ قلندر بادشاھہ بينظير
زبده درگاه ايزد مقبلِ رب القدير
بي وسيلن جا وسيلا بيڪس جا واه وير
مير مروندي حسيني پير عالم جا امير
شاھہ منھنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبي اللهِ جي
شاھہ عاليجاه تون شهباز نوري نامور
اي يتيمن جا اجها بادشاھہ بحر و بر
خاندانِ مصطفيٰ جو تون گرامي آن گوهر
توتي منھنجي آھہ سِي لڄ مون سان لائق لطفَ ڪر
شاھہ منھنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبي اللهِ جي
شاھہ آءٌ مسڪين بيڪس تون ولي الله بحق
پنھنجي هن دامن لڳيءَ کي دان ڏي دولھہ بحق
تون سخي سرتاج ڪل پيرن جو شهنشاه بحق
تون مساڪين ۽ هيڻن جو صحيح همراه بحق
شاھہ منھنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبي اللهِ جي
توکي منجھہ درگاه اِلاهي دسترس آهي عظيم
توکي ڪيو مختيار هر ڪنهن امر ۾ رازق رحيم
شاھہ تون ناقص نوازين پير تون پالين يتيم
هن پنھنجي دامن گرفتہ تي ڪرم ڪر اي ڪريم
شاھہ منھنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبي اللهِ جي
توکي منجھہ درگاه داور جي وڏي آ دستگاه
واصلا بالله وهواه تون قلندر بادشاه





تون بديُون بخشاءِ منهنجيون پيرَ آهيان پُرگناه
عفوا تقصيرات ڪر عاصي اُتئون ايزد بخواه
شاهہ منهنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
توتي هردم آهي هادي مهر مرسل چام جي
هر طرف ڪَن هاڪ تنهنجي فيض ۽ انعام جي
شاهہ ڪر ڪا واه والي پنهنجي هن پينام جي
دين جا دشمن دسائي فتح ڪر اسلام جي
شاهہ منهنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
لال تون شهباز نوري واقف سرِ خدا
تون محمد جو حضوري هاديءَ راه هُدا
تون رَسي سختيءَ ۾ سائين پنهنجي هن پيروءِ سدا
منهنجي ڪر تون آس پوري آءُ سنڌءِ در جو گدا
شاهہ منهنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
شاه آءُ عيبن ۽ عصيانين سان آهيان سينہ چاڪ
مون جهڙو عاصي ۽ مجرم ناه ڪو بر روئي خاڪ
تون پلا بخشاءِ منهنجا ڏوه سڀ اي پير پاڪ
مون جيها ناقص نوازين غير تو ناهي ڪو باڪ
شاهہ منهنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
شاهہ تون منهنجو وسيلو آهين دولهہ دمبدم
حال منهنجي تي حسيني نانءِ رب جي ڪر ڪرم
شاهہ ڏي تون شادمانا دفع ڪر درد والم
جنهن کي تو جهڙو وسيلو تنهن کي غازي ڪهڙو غم
شاهہ منهنجي واه ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
تنهنجي در ڪيئي سوالي ٿيڙا فائق فيضياب



بي مرادَن جون مرادون تون پڄائين بي حساب
آءُ سندءِ دامن گرفتہ يا شاھہ عالي جناب
منھنجو رک دارين ۾ پردو بحق ابوتراب عہ
شاھہ منھنجي واھ ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
منھنجي ڪرپوري صدا صديق اڪبر واسطي
ڪر ڪرم فاروق ۽ عثمان اطھر واسطي
پير ڪر مون سان مدد زهرا ۽ حيدر واسطي
شرم رک دارين ۾ شبير و شبر واسطي
شاھہ منھنجي واھ ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
ڪين ڪر محتاج ڪنھنجو مھت رکجو مانَ سان
وقت نزع جان هلايو دين ۽ ايمان سان
پاڪ آءُ ڪلمو پڙهان احمد اُتي ايمان سان
شاھہ منھنجي واھ ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
مون سين هر مشڪل ۾ واهر ٿج اَچي عالي اَمير
سڀ پڄايو پير منھنجا مقصد مافِي الضمير
ڪر ڪشائش قبر جي ساڻي ٿيو قطبِ ڪبير
هر دو عالم ۾ نہ آهي تو بنا ڪو دستگير
شاھہ منھنجي واھ ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي
شاہ آءُ مسڪين محسن ٿيو سوالي تنھنجي در
پر بہ دامنگير تنھنجو آهيان ازعهدو سفر
بيڪس و بي يار آهيان مجرم عاصي اپر
واسطي الله جي يا شاہ منھنجي واھ ڪر
شاھہ منھنجي واھ ڪر ڪا واسطي الله جي
ڪر نماڻيءَ تي نظر نالي نبَي اللهِ جي





# حضرت قلندرشهبازرح جي حضور

اچي ٿي راهه ۾رهبر قلندر سر سبحاني

تنهنجي وحدت سندو نعرو، لڳو افلاڪ ۾ سارو
ڏيکاريو عشق جو چارو، تون آهين نور نوراني.

تنهنجي تابع آهي لاهوت. تنهنجي آه امر ۾ باهوت
تون آن مسند نشين هاهوت، ڪرايو سير صنعاني

تنهنجي درگاه آ عالي، تون آن وحدت سندو والي
پياريو پرت جي پيالي، تہ ٿيان مشتاق لاثاني

جسم جنجال آهستي، ڇڏايو ڪا ڏيو مستي
پياريو جام الستي، تون آن ساقي سپن جاني

بيڪس بيشڪ اهو جاني. ڍڪي آيو پوش انساني
سمي ڪر يار سيلاني، ڇڏي ڪفر مسلماني







## قلندر ماڙڪر منهنجي اَچي تِي راهہ ۾ رهبر

شاهہ شهباز تون آهين، قلب منهنجي جي ڪسُ لاهين
اهڙي طاقت ٻئي ڪي ناهين، تون آن احمد سندو انور

قلندر شاهہ سيوهاڻي، تون سڀ ڪنهن حال تي ساڻي
پياريو پرت جو پاڻي، تون آن ساقي سندو ڪوثر

قلندر لال مروندي، ڪري تي عرض هي بندي
عشق جي بخشِ خُرسندي، وحدت جي سمجهہ ڏي سرور

آهيان مان اصل ڪون جاهل، وحدت عشق جو سائل
محبت سان ڪيو مائل، تون آن مشڪلڪشا حيدر

تون قادر تون قلندر تون، تون مولا آهين صفدر تون
ڪريم هادي بہ اڪبر تون، بيڪس کي ڪر بهره ـ ور







## سيني جو سردار، صاحب سيوهاڻي

مئخاني محبت جو ساقي تون سالار
طالب توڙ پهچائين، پنهنجا سڀ پينار

هِت هُت هادي آهين اَڙين جو آڌار
اچي پيا جي آر ۾، سي پهچائين پار

جيءُ جُسي ۽ جان ۾ طلب وجائي تار
ڪر احسان عشق جو لهُ سڪاين جي سار

بيڪس بيوس ڇا ڪري، لڌي ويا غمخوار
لڳي ناوڪ ناز جي، اندرئون آرئون پار







## درحضورغوث الاعظم دستگيرؒ

پالين ٿو ننگ نِماڻن، مرشد منا تون مولا

ڪنهن ڪار ڪم جا ناهيون، بيڪا رڻا ڪمايُون
مولا ميٺي منديون، ڪر معاف جهڪا جهولا

توريءَ آهيون بيگانه، ديدار لَءِ ديوانه
هرجا ڦِرون حيرانه، ڪڍ غير جا تون پولا

داتار تون دلاور، آذار تو گَداگر
بخشيش ڪر بهادر، پنهنجي بره جا ڪي تولا.

پيرِ مغان تون ساقي، ڪو جام پيار باقي
ٿئي صاف دل جي طاقي، لاهيو اکين جا اولا.

تون دستگير منهنجو بيڪس فقير تنهنجو
پيو در نه تڪيون ڪنهن جو گولن سنداهون گولا







# حضرت شاهہ عنايت الله رح صوفي جي حضور

كيان ٿو حمد حضرت شاهہ سلطان
شهيد حق حقيقت آهي سبحان
عنايت الله مالڪ آهي هادي
شه شاهان وحدت مِلڪ وادي
مالڪ آهي ملڪ جو هر جاءِ بلاشڪ
آهي سلطان زمين افلاڪ بيشڪ
چئو سبحان سرور شاهہ خلق
چئو رحمان سڀني خلقت جو رازق
شمس و قمر آ انوار اُن جو
يوسف يعقوب هو اسرار اُن جو
عرش ڪرسيءَ جو ماهُہ آهي
مڪان و لامڪان جو شاهہ آهي
آ هرجاءِ تي موجود صوفي
بهر ڪنهن ملڪ تي معبود صوفي
چيائين ازل ۾ الست بربڪم
بلي موتي چيو تنهن شاهہ ربڪم
ڪيائين باهہ مان بوستان بيشڪ
ڪيائين آب کي بہ آتش بلاشڪ
عجب اسرار بلڪل شاهہ جو آهہ
نہ ڪر تقرير بيڪس مست شاهہ جو آهہ
منهنجي مُئي دل کي بلڪل جياريو



وحدت عشق ۾ بيڪس سُپاريو
ڏيو ڪا موج مستيءَ جي سدائين
يگانو خيال ٿئي وحدت سدائين
دوئيءَ سندي وِجهو ديوا رڪيري
ويهاريو دل کي منجهه وحدت جي ويڙهي
مريدن تي ڪا ڪريو مهرباني
غريبن کي ڪيو واصل جناني
نہ ٿا جنت گهرون ڪا پرِيُن واري
جنهن ۾ حور رضوان بي شماري
گهرون ٿا بهشت محبوبِ حقيقت
سندن وصلت گهرون ٿا شهہ طريقت
ڪريو ڪا مهرباني تان رَسي هيءُ
انهي درگاه وحدت کي پسي هيءُ
بيدل واري پلائي شاهہ ڪريو ڪا
وحدت عشق جي پيالي ڏيو ڪا
ڪريو مقتول خنجر عشق جي سان
ڪريو مقبول ٻانهي عشق سچي سان
پيالو عشق جو پيري پُر پياريو
جسم جنجال وحدت ۾ وساريو
ڪريان تقرير ڪهڙي حال جي مان
اَٿو خبر سموري نٿو ڪجهہ چوان مان
رحم ڪر شاهہ سلطان دل چُريءَ تي
ڪريو ڪا مهرباني دل چريءَ تي
آهيان بيڪس نڌر بيشڪ نماڻو
اصل کان در اوهان جي تي وڪاڻو





# حضرت بيدل رح جي حضور

منهنجو مرشد مڪمل آهي ڪامل
سندن آ نانءُ هر مظهر ۾ بيدل
هنيائين عشق وحدت جو نغارو
سندس آ عرش ڪرسيءَ تي اوتارو
آ خالق عرش ۽ ڪرسيءَ جو بيشڪ
آهي رازق سڀني ماڻهن جو بيشڪ
ساري عالم کي پڄائي ٿو روزي
توڙي خاصو هجي، توڙي ڪو موذي
وحدت عشق سان هو وير واصل
صفاتي سير سارو ذات حاصل
صفت جي سير جو پيڙس ڪو رايو
اچيڪو اوچتو ٿيُس اهڙو رايو
آهي هادي بيشڪ حامي اسان جو
اهي هر وقت رهبر شاه اسان جو
بلاشڪ پيرـ پيران آهي بيدل
بلاشڪ مير ميران آهي بيدل
زمين و آسمان تابع انهيءَ جا
مڪان و لامڪان تابع انهيءَ جا
نہ هو عاشق هيو معشوق بيشڪ
نہ هو مخلوق هيو خالق بيشڪ
بيدل آ بادشاه بحر بر جو
ناهي تنهن ۾ فرق هڪڙي تر جو



غلام محمد سندس خدمت ۾ آيو
وحدت عشق ۾ بيشڪ هو مايو
امانت عشق جي بيشڪ ڏنائون
خنجر وحدت سندو بيشڪ هنيائون
ولايت وارو قاضي پير محمد
حريف ۽ ساقي درمئخانہ محمد
هيو درويش بلڪل فيض وارو
هنيائين نينهن جو بيشڪ نغارو
سچو صوفي صفا صادق ۽ شير
بلاشڪ محبِ ڪل هو بلا وير
اگرچہ مست مجذوب هو پاڻ
وحدت عشق جو منجهس هو وٿاڻ
پلا هادي ڪريو ڪا پلائي
تون آهين شهباز جو پيارو سدائي
الله لگ پرت جو پيالو پياريو
وحدت جي واٽ بيڪس کي ڏيکاريو
الا اي شاهہ بيدل ڪر پلائي
ڏيو ڪا عشق وحدت جي سوائي
تون ڪر توحيد جي روشن چراغي
درد محبت سان ڪر مون کي دماغي
اوهان ٻاجهون نہ آهي، ڪا ماڻ منهنجي
سوا تنهنجي نہ ٿي سري ڏار منهنجي
ڪريو ڪا نظر جو بيران آهيان
وسايو دل جو مان ويران آهيان
منهنجي ويران دل بلڪل وسايو
وحدت عشق جي ڪا باهہ ٻاريو
مهابي ميم هادي ڏياريو
پيالو عشق جو ڪو پُر پياريو



منهنجي مٿي دل اوهان بلڪل جياريو
جڳت جنجال وحدت سان وساريو
ڪريو واصل وحدت سان سدائي
مدامي درد محبت جي ٿئي وائي
خدا لڳ عرض هي منهنجو اگهايو
سارو ڪو حال وحدت جو سمايو
غلام محمد پنهنجي محبوب ڏي ڏس
سچي تون دوست دلبر يار ڏي ڏس
فقير پير محمد جي تون صدقي
هادي هر وقت ٿيءُ تنهنجي تون صدقي
ناهي پيرِ مغان توکئون سوا ٻيو
سواءِ تنهنجي ناهي ڪو مون کي رستو
نہ ڪر تشريح بيڪس يار بلڪل
مڙئي جاٽي ٿو تنهنجو حال بيدل
نہ ٿي نااميد بيشڪ شاهہ ٿيندو
تنهنجو رهبر هميشہ راهہ ٿيندو
تون هرگز آسرو بيڪس نہ لاهج
مدامي ڏورِ محبت جي تون ساهج
نہ ٿي ماندو جو بلڪل شاهہ ٿيندو
تنهنجو رهبر عشق بهر راهہ ٿيندو.








# حضرت بيدلؒ جي حضور

آهيان درويش مان دلريش بلڪل
ڪندو هادي هدايت ساڻ خوشدل
هدايت عشق وحدت فيض واري
محبت درد وحدت فيض واري
هادي مرشد مڪمل آهي بيدل
ٿيندو رهبر ڪندو خوشنود، خوشدل
آهيان بدحال آءُ بدچال بيشڪ
ڪندو مقبول شل محبوب بيشڪ
هيس ڪورڪ طفوليت ۾ لاشڪ
پلائي پانهنجي ڪيائون لاشڪ
وحدت جي واٽ جي بيشڪ پلائي
ڪيائون رحم محبت جو سدائي
مجازي واٽ ۾ ٿيو يار هڪڙو
اڳاهون انهيءَ جي آءُ هوس تڪڙو
گهٽا پيرا مجازي راهه ۾ آءُ
ڪيم بازيون مجازي واٽ ۾ آءُ
ڪيم محبوب جو ظاهر انهيءَ کي
سڏيم ٿي پاءُ هر رنگ ۾ انهيءَ کي
انهيءَ جو قد هو شمشاد جهڙو
غلط مان چيو ناهي شماد اهڙو
سونهي سرِوُ اڳيون اُن جي شرمندو
ملائڪ چا اڳيون اُن جي هلندو





سورج چنڊ هو بيشڪ پريشان
ڏسڻ خاطر ان جي هو تہ حيران
هيو انوار مولا جو بيشڪ
هيو اسرار اعليٰ شاہ بيشڪ
حسن آواز بي رنگي تہ آهن
بلاشڪ نور مولا جو تہ آهن
نہ هو يوسف سندو ثاني بلاشڪ
نہ ڪي حوران پريون ملڪ ملائڪ
ڏنو هوندو جنهن تنهن ڪان تاقيامت
فراموشي نہ ٿيندو تاقيامت
تنهين جي عشق جي ڪنهن کي آ طاقت
مثال- روز محشر آهي نهايت
مدامي يار شل هوندو بلاشڪ
خزان جي واءُ کان هوندو سلامت
پڄاڻون ڇڏڻ هي جنجال جسمي
ٿيندو گم جسم طلسم منجهہ اسمي







# حضرت بيدل رح جي حضور

رمز رنديءَ جو عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو
نالي بيدل بادشاھ بيشڪ اِتي شهباز هو

موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سرفراز هو
حلاج جي حالت ۾ هر دم من خدا ممتاز هو

پير مغان جي پيش هڪ حقيقت مجاز هو
همہ اوست واري حال ۾ محمود سو اياز هو

درد واري دين ۾ هو وير وحدت باز هو
عشق جي اوتار سان دلدار دست دراز هو

هن تماشي گاه ۾ اوڻهٺ سندو آواز هو
مرضيءَ موجب پنهنجي سو سير صفاتي ساز هو

سال ٻارهن سئو اوڻانوي ۾ سوز گداز هو
سورهين ذوالقعد جي هادي سندو پرواز هو

بيدل مرشد منهنجو هادي غريب نواز هو
بيڪس خادم در سندس کي عشق جو آغاز هو







شهنشاهہ بيدل ڪريو ڪا پلائي
سندي عشق وحدت ڪريو ڪا عطائي
ڏيو درد داتا سندو عشق عرفان
الله لڳ مون بخشيو ڪا سِڪ جي سوائي
تون قادر قلندر هر جاءِ حاضر
تون رونق افزائي تخت خدائي
والله بالله تون آهين هادي
آ هردو جهان ۾ تنهنجي بادشاهي
خانو خوديءَ جو خراب سگهو ڪر
صفا صاف صوفي ڪيو ڪا صفائي
آتش ڪده عشق جي ۾ تہ وجهہ تون
سدا وير وحدت جي ٿئي شال وائي
هي مشتاق بيڪس بيوس پُڪاري
تنهنجي در درد جي ڪري ٿو گدائي







حق بِالحق بيدل مطلق، هرجا حاضر ناظر آهي

مولا آ مسجود مِڙن جو، تي ساجد سنگت تي ساهي

مرشد محقق مڙني مالڪ، منصور تي بينو آهي

هادي مهدي رهبر منهنجو، والله بالله پيو ناهي

بيڪس جيها ڪيئي سگدر، تِن ڪاهيو عشق سان ڪاهي







يا شاھہ بيدل برھہ جون بھيران
سيني سالڪن جو تُون آن پير پيران

سدائي سنپاريان نہ ڪنھن دم وساريان
سندو سر ھميشہ تي توڪي سُپاريان
الله لڳ عطائي ڪريو مير ميران

ندوري نھايت آھيان نپاڳي
تون ھادي ھتئون ڏي سدائي سپاڳي
انھيءَ چاھ ظلمت، ڪيا ڪيئي اسيران

بيڪس بيوس پرتئون پڪاري
تون قادر قلندر تنھنجي طلب تاري
ڪُھيل ڪوھہ مان ڪڍ لڳا تير تيران







سرتاج صوفين سين جو تون آهين
مدامي مريدن جو حافظ تون آهين
رندي رمز تنهنجي مٿي عرش ظاهر
تنهنجو نور نروار ملڪوت ماهر
ساغر صفا جو ڪري پُر پيارِين
تون جبروت لاهوت جو آهين رهبر
تون باهوت هاهوت جو آهين ستگر
تون سلطان بيرنگ رنگ ۾ سمائين
تون معبود مقصود موجود هرجا
تون ملڪن سندو آهين مسجود مولا
تون سرور سچو صاحب عشق آهين
تن مئخاني محبت سندو آهين ساقي
هي مشتاق بيڪس درجو ميثاقي
وحدت وارو رستو اسانکي بتائين







پير مغان مشهور آ بيدل سدا دائم مدام
صاف صوفين سالڪن ۾ عارف هادي مدام

عشق بازن جي جماعت ۾سدا هو پيشوا
معرفت جي موج ۾ ڏس مئي متو مهراڻ عام

وجد وحدت جو مدامي شاهہ کي خمار هو
شاهہ موحد حسن جو هر رنگ هرجا ازدهام

ارجعيءَ جو سڏ ٿيو سلطان کي ذوالقعد ۾
سورهين تاريخ هُئي ڪَئي رحلت از اشباهہ شام

سال ٻارهن سئو اوڻانوي جڏهن ايريو صفا
ڪيائون رحلت جڳت ويا مٿي لاهوت بام

تو ڪري بيڪس گدائي در تنهنجي عشق جي
دائما ديدار لئہ تو سِڪي بيڪس غلام







پيرِ مغان مون کي پرجهايو، رمزن وارو راه

ناهي عبدالقار بلڪل، آهي عين الله

الانسان سري واَناسري جو، مٿس قول گواه

اندر انالحق چوي ٿو، ٻاهر عبدالله

ڪاٿي وحدت جو وڻجارو ڪاٿي ٻي ويساه

ڪاٿي بيڪس سگ دروازو، بيدل شهنشاه

۔روپ جوڳ







# ڪافيون

چنڊ چوڏهينءَ رات مليس ماروئڙن کي
درد سپئي دور ٿيا، وائي وصل جي وات
محبت وهواهہ مچ مچايو، عشق عجب اوقات
بيڪس بيدل سان مليو، پرهہ ڦٽي پريات
- روپ پورب



عشق اسان جو امام، دين ڪفر سان ڇاهي ڇاهي
فرقت جان فنا ڪئي، من اندر ماتام
شهنشاه پاڻ هيس آءُ، غمزي ڪيس غلام
طالب جيِ تحقيق اِهائي، ڪٽي گروءَ ڏي گام
بيڪس بيدل کان لڌي، محبت واري مامُ
- روپ پورب







هاديءَ کي منهنجو حال، معلوم آهي مڙوئي
ڏيندو درد فراق مون، عشق سندو احوال
سرڪو سوز گداز جو، پلو ڪندو پال
بيڪس تنهنجو بيدل سان، ٿيندو شال وصال

- روپ پورب



ڪر نہ جدائي يار، گهوريو وڇوڙو ورُ تون
درياء درد جو دل ۾، وهي تارؤن تار
ڪر نہ مون سان مامرو، صورت جا سردار
مِنا ماٽا چا ڪجن، مُنن سان منتار
دم بہ تي دنيا ۾، گڏ تي يار گذار
هِت هُت هج هينئن ۾، دم نہ تي هڪ ڏار
بيڪس عشق انڌير ڪيا، غازي غمزي دار

- روپ پورب







خونيءَ جون خمدار، زلفان زور وڙهن ٿيون
صاحب صوبا جي هئا، پرت ڪيا پينار
اصل اچن عشق ۾، سورهيه ڪي سردار
هڻن ناوڪ نينهن جا، ڪهڙ سندن ڪار
بخشن ٿا عوشاقن کي، عشق سندو آزار
بيڪس کي بره ٿو بخشي، سورن جو سينگار
درد کان رخ زرد ٿيا، طلب جني تڪرار
- روپ پورب



سامي چڏي سنسار، رات رَسي ٿيا رام سان
ساميئڙن ڪيو سدائين، وحدت جو واپار
من خدايم دم دم چيائون، عشق منجهئون اسرار
لهه سنيارون سيگهه ۾ بيدل منهنجا پوتار
بيدل نانءِ الله جي، بيڪس جي لهه سار
- روپ پورب







وھواھ سجڻ تنھنجيون اکيون، جتي لڳيون تاتي ٻڪيون
زلف آھن زنجير تنھنجا، دام واسطي عاشقن
خال جا داڻا خوشيءَ مان تاءُ ڪن ڏاڍو تتيون
وس نہ ڪوئي آ ويچاري، جا ڦاٿي آ دام ۾
گھوران گھائن ٿيون ٽِڪيون، اِھي سوز مئون شايد سِڪيون
ڪربلا ۾ قتل ٿيو، ڏس عشق جو اسرار آ
بيڪس بندو بره جو، رمزان سجڻ ڏاڍيون رکيون
- روپ جھنگلو



موج مستيءَ ۾ سدا نيو سالڪن کي سڪ سبيل
اَنئي پھر الله ۾ گم ٿا رھن عاشق عليل
دم زنيءَ جي جاءِ ناھي، ڇا ڪندا ھت جبرئيل
ڪيئي ڇڏي ويا راھ ۾ اوري اوري عزرائيل
ڇا اَچي سنگھندا ماڳ اِنھيءَ ۾ ملائڪ ءِ ميڪائيل
ٻئي ڪنھين جي جاءِ ناھي، ڪيئي جھلي ويا ھِت جليل
سمجھ سالڪ سوز کي، ڪڍ دوئيءَ جا سپ ڏليل
رھُ سدا سڪ سورَ ۾، بيڪس جسم کون رھُ رحيل
- روپ جھنگلو







نينهن وارن جي نشاني جي هوندا سورهيہ سچا
سر ڏيڻ سوليءَ چڙهڻ، اِها آهي مشتاقن مدعا

سڪ وارا سر سوز آتش ۾ پيا ڏيئي تپا
خارجي خارج ٿيا، جي مِرون ڪائي متا

حال ۾ حلاج آهن، ٻيا سڀ ئي ڪوڙا ڪچا
دين دنيا دور ۾ آهن ٻيائيءَ جا ٻچا

شوق جي شمشير سان لاشڪ سيئي شهيد ٿيا
بره جي بازار ۾ جن سر ڏئي سودا ڪيا

جان جند قربان ڪئي، بيشڪ اُنهن محبوب تان
بيڪس خادم ٿيو اُنهن جو جي دين مذهب ڪئون ڇُٽا

ـ روپ جهنگلو








ننڍ نياڳيءَ وڏو نهوڙي، هي ٻہ هڪڙو بيانُ
مُئيءَ جو پنهل وٺي ويا ساڻ.

آءُ سُتَسِ هو هليا ويا سرتيون
وير رکي ويا ور مون ورتيون
ساهيڙيون سرتيون رب کي پرتيون
ٻانيان پيينگ پنور ويران.

سُتّ نہ پيڙم منجھہ سنبرڻ جي
ٻولي ٻاجهاري هُئي تہ ٻڌن جي
خبر نہ پيڙم چوري چڙهڻ جي
سنگ دل- ديوان.

جدائي تنهنجيءَ ۾ جلن ٿا جيرا
صدقو پنهل توتان گهر ۽ ويڙها
ايندو پنهل اَچي ڏيندم ڀيرا
وسي بيڪس جو تہ مڪان

- روپ جهنگلو







ڪڏهن پونديءِ قياس سجنا، محبت تي ماري
دل نماڻي وتي ويڳاڻي، تنهنجي پرت پياس سجنا
عقل علم دين مذاهب، نينهن ڪيا سڀ ناس سجنا
اٿندي ويهندي ظاهر باطن، طلب ڏاڍي ٿم تاس سجنا
بيڪس بيوس جو وس ناهي، ڪيو عشق اُداس سجنا
ـ روپ ڏناسري



معلوم اَٿئي سڀ حال، ماهي معلوم اَٿئي سڀ حال
هڪ واري تون اچي اسانڏي، ڏس اسان جا حال
طالب تنهنجي سر جو آهيان، ٻيو نہ گهر جي مال
بيڪس جائي بات بره جي، ڪر نہ ٻئي ڪي ڳال
ـ روپ ڏناسري








جلي ٿي هيءَ جان.... جيڏيون سڄڻ کي ڪو سمجهائي
دردن منهنجي دل ۾ يارو، غم ڪيو گهمسان...
ڪاڻ سورن جي آءُ جو ڇائي، جوش ڪيو جولان...
ڏاج ڏنو هو مادر مون کي، سورن جو سامان
بيڪس جي سر حُسن جي حَلقي، برهون ڪيو باران
- روپ ڏناسري



برهہ ڪئي باندي، وي سڄڻان
راتيان ڏينهان تات اوهان جي، دلڙي در ماندي
دم دم دلڙي ڪري پُڪارون، هوت سان ٿيا هيڪاندي
بيڪس بيوس بازر دي وچ، قسمت ڪنهن آندي
- روپ ڏناسري







مسڪين ٿو مارين... جاني... ترس نہ پيئہ تر جيترو
ساڻ ڏسڻ جي قيد ڪرين ٿو، وڌ ڳاريون ٿو ڳارين
ڦاهي زلف جي خال جو داڻو، مرغ دليُن جو ڏارين
بيڪس بيوس ۾ باهہ بره جي، ٻاريون پيو ٻارِين
- روپ ڌناسري



سارنگ سير ڪرڻ لئہ آيو، برهہ اُٿي برسات
ڪوڪ نہ سگهدا جنهن سر آوندا، عشق والا اوقات
دم دم ڪُهندا سانون يارو، نينان والا ڪات
بيڪس عام ڪان ٿي اولي ۾، روءِ پيو ڏينهان رات
- روپ سارنگ







ڏکيا گذاريم ڏينھن، سواءِ سانگيئن رِيءَ
عشق جي دھشت عالي آھي، شوخِ پوي جيئن شينھن
حسن ھزاري گل گلزاري، نرت وارن تي نينھن
برھہ بھاري تي چوڏاري، محبت ونڙا مينھن
بيڪس برھون ٿيو بازر ۾ اوکو نباھڻ نينھن
- روپ سارنگ



ھمڙا ٿيڙم حال، سرتيون سانگين ريءَ
مارن ريءَ مران ٿي ماندي، ھُو خوش وسن پنھنجي خيال
جيئڙي جدا ڪئي ماروئڙن، اِھي اباڻن جا احوال
سرھا سانگي وطن وسن ٿا، ڪانہ لڏائون سار سنيال
بيڪس ويڙھيچن وساريو، مان تہ ساعت پانيان سال
- روپ ڪنيات







سرتيون هُئي ڪا صلاح، اَڄُ ڪا منهنجي ماروئڙن ۾
نيٺ مارو پنهنجو ننگ نہ ڇڏيندا، توڙي هجان بد راهہ
عشق اسان جو رهبر ٿيندو، شل نہ ڪندو گمراهہ
مرشد سائين نور الاهي، آهي وجهُ الله
بيڪس بيدل تنهنجو بلڪل، هادي هوندو همراهہ
- روپ ڪنيات



نت نهاريان راهہ، اديون اباڻن جي
بن عمر تنهنجا باغ باغيچا، هُت گلزاريون ڪيون گاهہ
مارئي ماندي قسمت آندي، منهنجو سانگيُن ساري ساهہ
جيئڙ يئي ويڙهيچن وساريو، جيڪا وٽَين سا واهہ
بيڪس قسمت قلمُ وچوڙو، اِهڙي ڪئي تہ الله
- روپ ڪنيات







اباڻن جي اُڪير، راتو ڏينهن روئاري ٿي
آءُ هت ماندي تن مارن ريءَ، هو ڪِليو پيئن ڪير
ساهہ سنگهارن ڪي ساري

قسمت واري ڪوٽ مان ڪڍ تُون، عمر چام امير
ڳاراٽو تو ڳاري

اباڻن جي آسري هِت ميان، لوئي ٽيڙيم ليڙ
پت پنهوار پاڙي

بيڪس وس ناهي ويڙهيچن جو، توڙڻون هيم تقدير
ڪير لڪئي ڪي ٽاري
- روپ ڪنيات







بنائي ساز صورت جو کھڙا تون لڪ لڪائين ٿو

آئين آدم رکي نالو، ڪيُئہ ڪيڏو تہ ڪشالو
ڪري چشمن سندو چالو عاشق معشوق ٿاهين ٿو

احد ۾ ميم ٿيو مقرر، پنهنجو تون پاڻ ٿئين دلبر
ڪري هل ٿين وري حيدر، عجب سورهيئہ سڏائين ٿو

وري جاني ڏڪي جامون ڪيُئہ ڪو هُل هنگامو
وجائي درد دمامون، پنهنجا پيارا ڪُھائين ٿو

صوفي منصور ڪئي ساري، سوري نيزي تي هسواري
بلا سرمد ۽ عطاري، پنهنجن جا سر وڍائين ٿو

روهڙيءَ ۾ رنگ ڪري رلمل، چائي سر بار ٿئين بيدل
حسن بازر ڪري حاصل، هاٿي بيڪس سڏائين ٿو
- روپ ڪلياڻ








جاني جلويدار، ماهي منصبدار، آيا سجڻ آيا
ويراني جاءِ اصل کون هئي، سا ٿي باغ بهار
واه حُسن جُون فوجان چڙهيون، شوق وارا ٿيا شڪار
بيڪس بره جي واه پلائي، سر ٿيو ڏڙ کون ڏار
- روپ ڪلياڻ



مون ۾ ٿي عيب اَپار، ڇاڻيون سجڻ تو ڇاڻين
آءُ اوهان جي اصل کان آهيان، هادي آءُ هڪوار
نڌر نماڻي عيبن هاڻي، تو ۾ طمعدار
بيڪس بيوس کي آهي اصل کون، سجڻ توهان جي تار
- روپ ڪلياڻ







يار سڄڻ تنهنجيون ڳالهيون، وري ياد پيون پيون

ڪڏهن اسان سان گڏ ٿي گذاريو، برهه جون هنيون پاليون
توڙي ورهيه ٿيا تہ بہ نيون نيون

اچي اچانڪ دلڙي اندر، باهيون برهه جون ٻاليون
سي تہ وسري ڪين ويون ويون

بيڪس بيوس وٺ آءُ الله لڳ، عجب اوهان جون چاليون
توڙي ڏنگيون تہ بہ سنيون سنيون

روپ ڪلياڻ





محبن لاءِ مُني قريبن ڪُني
الله لڳ آءُ سگهو ليلائي تي لُني

ادا پاندي پرين کي بلڪل چئيج تون
ڳچيءَ پاند پائي پيرين پئيج تون
پناري پئي تي پيارا جيءَ جي جُني

جاني ڏسي حال ڪر پال پلائي
سوا تنهنجي آهيان نماڻي سدائي
وچوڙي ۾ بچي هان نشاني پر مُني

سياليان سهيليان ڪن مڙي حملا
ٻڌائن مٺي تي بديءَ جا شملا
بيڪس تي برهه جي ڪاٽي بوند اُني

- روپ ڪلياڻ







مجازي مامر اوکي تي، جسو جيءَ پنهنجو گهورين
ڏسي تَوَ تاب تيزايون، متان منهن يار کان موڙين.

ڏاڍي تي عشق ۾ آتش، سچاٽي واٽ تون ووڙين
منا محبوب دل پاهڻ، تنهين جي جاءِ جيءَ جوڙين

خوشيءَ مون خيال وحدت سان، دوتائيءَ جو ٽڳو توڙين
دليون دلبر جي صورت سان، سڀو وحدت سندو سورين

خوديءَ کون خيال پنهنجي جا، پري خيما وڃي کوڙين
بيڪس بيدل تو سان آهي، اندر ۾ عشق سان اورين
- روپ ڪلياڻ





بي قدران نال ياري، شل ڪنهن دي نہ هووي
درد وڇوڙو يار انهيءَ جو، هوش نيو هڪواري
دردمندن جي دل تي دلبر، بارُ رکيوَ ڪو ڀاري
ناهہ ميار ڪا محبوبن تي، عشق اصل آزاري
پوڙي حقيقي لاشڪ آهي، بيڪس بره بازاري
- روپ ڪلياڻ





پانڊي ادا پرَ کي چئج، باصد ادب سجدو ڪري
قاصد قريبن کي چئج باصد نيازُن سڏ ڪري

هي ڪنيزڪ آ اصل ڪون، در اوهان جي جي غلام
ڪر نوازش اصل جي، محبوب تو لئہ ٿي مري

راتيان ڏينهان هڪ تات ۾، وائي هميشہ وات ۾
راٽا گهٽائي رات ۾، پر توري اسان جي نا سري

اي صبا چئہ تون سجڻ کي، هڪڙو دم ديدار ڏي
ڇُوِر چيتڪ تنهنجي ڪَيڙو، شل سوا تو نا مري

بيدل بلاشڪ اَحدُ آ، بيڪس مٿي جو عهد آ
ناحياتي نا مماتي، درد فرقت ۾ ٻري
– روپ ڪانرو







پلپل پون تا پُورَ وي، سڄڻ سندا هِي سور وي

جوشئون جگر ويڙو جلي، ڪنهن کي سليان دل جي خَلي
سوريءَ سڄڻ چاڙهيو هلي، جيئن چڙهيو منصور وي

ڪنهن ٻالهہ کان ويَڙين چڏي، گولي نہ نِيَئہ پنهنجي گڏي
هِت هُت آهيان تنهنجي تڏي، چيٽڪ ڪيو آ چُورِ وي

دم دم سنياريان ساه سان، جاني جدا ڪَيُوَ پاڻ کان
هئہ هئہ نہ گهرجي هيئن اوهان جو ڏئي درد ٿِي ويئن دور وي

طعن تنڪا ۽ سي ڪو سدا، ڏي عشق وارَنِ کي اَدا
مهٽا ملامت جڳ سندا سي سي مون کي منظور وي

بيڪس ملائيم يار سان، هوندي مني منثار سان
دلڙي پنهنجي دلدار سان، جنهن لئہ ٿيس مشهور وي

- روپ ڪانرو







پاڻ ڏاڍن سان لنوڙي نہ لائجي، جنجلُ نينھَن ڦاسايو مون
سُتَ نہ ھيڙي سور جي – عشقَ عجيبُ اُٺايو مُون
آءُ نماٽي نينھن نہ ڄاڻان، سورن ساٿ سمايو مُون
بيڪس سان مل منٺڙا اڄ تون، ڏاڍو طلب تپايو مون
ـ روپ سورٺ



منھن نہ ڏسان ھا مول تنھنجو، پر ڄاڻ اِھو نہ ڄاتو مُون
ڪوڙ ڪمائن ھُيوَ جذھن دل ۾، چو لالڻَ ليئڙو پاتو مُون
درد ڏمالون ڪيُون دل ۾، نازڪ سان رکيو ناتو مُون
عشق ارانيا ڏنا اندر ڪي، ڏاڍي سان من ڦاٿو مُون
بيڪس قسمت منجھہ قلم جو، سو بار سورن جو چاتو مُون
ـ روپ سورٺ







اڻ ڄاڻن سان يار جادوگر، ڏاڍي لنوڙي لائين ٿو
وس نہ آهي بيوس پئي هان، تن من منجھہ تپائين ٿو
ڏور ڏکن جي من منهنجي کي، سورن سان تون ساهين ٿو
لنوڙي لائي بيوس ڪري پوءِ، پنهنجو پاڻ ڇُپائين ٿو
دوست دلاسا ڏئين ٿو اَول، وري موتي ڪين الائين ٿو
محبت ماريو مسڪينن کي، بيڪس برهہ بچائين ٿو.

- روپ سورٺ



مون سان جاني جادو لايو تو، ڪٽي دام زلف ۾ ڦاسايو تو
آءِ اَياٽي نينهن نہ ڄاڻان - محبت ڏئي مارايو تو
عشق جي آتش ڏنا آرانيا، ڏاڍو مچ مچايو تو
پاڻ ڏاڍن سان پريت نہ نهندي، ناحق پاند اَڙايو تو
سچ اَلايو يار ٻين سان، مون سان ڪوڙ ڪمايو تو
يار جادوگر ساڻ بيڪس جي، واهہ جو نينهن نڀايو تو

- روپ سورٺ







ناهہ ميار منا ڪا اوهان تي، بخت پنهنجي ڏَنهن تي ياڻيان

سورهيہ ڪيئي وتن سلهاڙيا، ناز اڳيون آءُ ناهيان

دم دم دلڙي تي ديواني، ڪنهن ڪان توکي چوايان

ڦٽ فراقي چاڪ چِڪن ٿا، ڪنهن کي حال ٻڌايان

بيڪس چوي جو دَمُ جيئندس، ڳڻ اوهان جا ڳايان

- روپ پهاڙي







چاڪئون رسي وئين راڻا، ڪڏهن پَرچندين پيارا
احوال مابين تو چين در جَبين چنين تو
گاهي شوي قرين تو، دل جا سڄڻ سونهارا
فرياد آه زاري، تنهنجي فراق ماري
دلڙي ٿي آ ويچاري، وري چو ڪيئہ وِسارا
باديگران نشتي، دست از يتيم شستي
پئمانہ خود شڪستي، دلدار دي خدارا
ڪردي عطا فراقم، شب روز سينہ چاڪم
فرمودهءِ هلاڪم گاهي نما نظارا
ڳالهون تنهنجيون ٽيون ڳارن، دلڙي مُنيءَ کي مارن
عينون ٽيون آب هارن، وهواه ورِه ڪيا وارا
مجبور دل نماڻي، بيوس وتان ويڳاڻي
سهڻا تون ٿيءُ ساڻي، ڪر ڪوڙڪون ڪنارا
دل بيقرار مسڪين، بيڪس شده بي تسڪين
غيرت ڪيو آ غمگين، گاهي ببين تو مارا

- روپ راڻو








ڪڏهن راضي ٿي ملندين راڻان، سوڍل يار سياڻان

ڪاڪ ڪوماڻي ويل وهاڻي، پينگ ٿيا سپ پاڻان

جاڪون راڻا تون رسي وئين، سختيون سور ساماڻا

خيال خاطر ڪي ٻيو ڪو ناهي، ڇاڻيون توکي ٿي ڇاڻان

هيئن وسارڻ ناهي لائق، پرين دوست پراڻا

توري ڪنهن سان ڪندي جاني، مني مومل ماڻان

بيڪس ڇاهي در تنهنجي تي، وتن ولي وڪاڻا

۔ روپ راڻو









راز محرم رس نہ يار، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾
حال واقف يار همدم، هج هميشہ همقدم
دم نہ هڪڙو ٿي تون ڌار

ڪيئن ڪيءَ جاني جدائي، مون سان ايڏي بيوفائي
نانءِ مولا جي نِهارِ

هئي رقيبن راه ماري، تن ۾ تنهنجي طلب تاري
اکڙيون تنهنجيون گل انار

بيڪس بيوس چا ڪري، تو لئہ دم دم ٿو مري
توتان صدقي وارِ وارِ
— روپ راڻو







جن جي هٿان ويڙا پرين، تن کان پڇو سڏ سور جي

هينئڙو ٻڌَو ٻانڌاڻ ۾، قرب وارو ڪاڻ ۾
اسان پرين جي پاڻ ۾، دوستي عجب دستور جي

نينهن جا نيزا نوان، ڪاهيو اَچن سيني سنوان
دانهن دل ڪنهن کي ڏيان، ڪل نہ پيم هِنَ ڪلور جي

بيڪس چوي واڳون وربون، آيا پرين اکڙيون نريون
جيڪي ڪيون دردن دربون، پرين ڏني ويون پورجي







دلربا دلدار يار، ڏس ويچاريءَ ڏي وري

يار يڪدم تي نہ يا ڪي خيمو تنهنجو ظاهر خاڪي
عشق سندا اسرار يار
تون منهنجو دلدار جاني، تنهنجو يوسف ناهي ثاني
مُحبتي منٺار يار
رهزنن رُلين رقيبن وچ ۾، وڏو قيري فريبن
ويڙهي ويچاريءَ کي ويهارِ
بيڪس تنهنجي درگداگر، جاني منهنجا وٺ تون هي سرِ
يار منهنجا غمخوار
ـ روپ آسا



عشق جهڙو آزار –ڪونہ ڏٺو سي جڳ ۾ جيڏيون
دوا درمل ناهي تنين جو، جيڪي بره ڪيا بيمار
ٻئي جهان ٻن ڏنائون، هڪ دوست رکي درڪار
منصور جهڙا ڪيئي مردانہ، سوريءَ تي هسوار
بيڪس برهون وچِ بازر ۾، روئي زارو زار
ـ روپ آسا







عشق وارو آزار، وهواھ بخش اسان کي
پاڻ حبيب تون پاڻ طبيب آن، مون کي برھ ڪيو بيمار
بيدل بيشڪ تون هادي آهين عاشقن جو آڌار
دنيا دين نہ گھربو آهي، هڪ درد اٿم درڪار
ڪاٿي بيدل ڪاٿي بيڪس، وري ڪاٿي گرم بزار
- روپ آسا



ٻانهي ٿي ٻاڪاري، موت منا ماندي آهيان
سوز فراق سور اوهان جو، ماري اڃان ٿو ماري
سُٽي دانهون فراقڙ جون، ويھ نہ يار وساري
ناهي لائق لالن توکي، ويهڻ هيئن وساري
بيڪس بيوس سگ سڏايو، سدا ٿو توکي سنڀاري
- روپ آسا







نانءِ مولا جي ماهي، آءُ وٺاڻ وري تُون
ڏس ويچاريءَ ڏي وري واجهائي تنهنجي سڪ ۾ آهي سدائي
يار اوهانَ کي هيئن نہ گهرجي، جاني ڪرڻ جُدائي
عشق اوهان جو روز رُئاري، برهہ ڪئي آ پلائي
بيڪس بيوس آهي نماڻو، ٿو تنهنجو سگ سڏائي
ـ روپ آسا



ماريس وڇوڙي ورتُون، جِيءَ جا جيارا جلدي
شب روز انتظاري، ڏِني بره بيقراري
لک لک ڪريان ٿي زاري، دل جي دوا ڪا ملندي
ماري فراق جي آهيان، ڪو دم جيئڙي ناهيان
سَگُ ڪهڙو توسان ساهِيان، پانهي توسان ٿي
ڪوڪان ڪريان پوڪاران، پاڏائيان ٿي پاڪاريان
توکي اکين ۾ ويهاريان، اِهو سور نہ ڪنهن کي سليندي
بيڪس فقير جون دانهون، پڌندو الله اِلاهون
ڀڳڻ ڏيندومِ پانهون، پيا وري ڪيئن رلندي
ـ روپ آسا







هيرا سدا تون هوندين، جِيءَ جا جيارا جاني
هڪ دم نہ ڏار ٿي تون اي ماه بدر ثاني

دن رين خيال تيرا، جک جک جلايا جيرا
چلندا نہ وس ڪو ميرا، دم همي تو داني

لب لال سرخ لالي، رهندا تو خود خيالي
تيري جولا و بالي، يوسف هَي ڪيا ڪنعاني

لائق نهين تُسانون، يہ ٻولڻا ٻنهان نُون
ڏيوڻا هي سر اسان نون، ڪچ دل ميري چُپاني

يڪ بار لڳ الاهي، اِسي حسن دي شاهي
عشقون ڏيوو آگاهي، بيڪس بره بياني

- روپ آسا







هِن هُن ٻنهي ڪون ويسا سَي، ڀُڪي عشق جي پياسي
هر بار در غم جاچسمي سر مٿي چَياسَي

چُستِيءَ جي چوٽ هڻ تون، هستيءَ جي اوٽ ڀيج تون
مستيءَ جي ڳوٽ ڪڻ تون، سوليءَ جي سر هليا سي

شب روز ڪرندي زاري، دَرِ ياد دل ويچارِي
سڙ ڳئي هئي جان ساري، ڪنهن انگ ۾ اَڙياسي

بيڪس نہ ڪنهن ۾ اڙندا، سڪندي سوليءَ تي چڙهندا
دم دم هئي سگڙا دردا، هرگز نہ ڪنهن جهلياسي
ـ روپ آسا







مدد کر میھار، کر میھار
ترھو کٽي آ تار ۾

راتو ڏينھان روح ۾، تنھنجي تانگھہ تنوار
تانگھہ تنوار

دلڙي تي دانھون ڪري، تنھن جي سڙ ڪوڪار
سڙ ڪوڪار

بيدل سندي در تي، بيڪس پيو ﭘﺎڪار
پيو ﭘﺎڪار

- روپ سھٽي







برهه بازاري، عشق آزاري
هڪ بيقراري، ٻي خلق جي خواري
مدد مون سان ٿر وارا ٿيندا
ڪڏي قيد هِن مان شل نال نيندا
ڪريان ٿي هميشه جني ڪاڻ زاري

لاڻ نينهن آسان نِڀائڻ آ اوکو
درد عشق ۾ آ جالڻ پيو چوکو
نيڻن ناز وارين جي آ رمز نياري

منهنجا پير مرشد شهنشاه بيدل
هي بيڪس بيوس پرتو ٿي بلڪل
عمر تنهنجي ٻاجهون مون گوندر گذاري

- روپ گجري







جاني اوهان لئه ٿي گوندر گُذاريان
اوهان کي سدائين ٿي ساريان سنڀاريان
جگر جوش تنهنجي جاني جلايو
پيالو وصل جو ڪو پرتئون پلايو
سوا يار تُنهنجي ڏکيُون گهڙيون گهاريان
جاني منهنجي دل کي جُڪائي جُدائي
ڪريو ڪا وِرِڻ جي سگهو يار وائي
توکي هردم سنڀاريان نڪو دم وساريان
وري وَطن پنهنجي سگهو واڳ واريو
منهنجي دل مٺيءَ کي اچي جاني جياريو
دم دم ڏکن جا ڏونگر ٿي ڏوريان
هي حال ڏس تون منهنجو يار جاني
پنهنجو قول پاڙج دلدار جاني
اچو ناته اجل کي ساهه ٿي سپاريان
تنهنجو سوز ۽ غم سدائين تو ساڙي
تنهنجو درد بيڪس کي هردم تو ڳاري
توهان لاءِ پلپل پئي ٿي پُڪاريان

- روپ گجري







خوني خماري چشما چُتن تين
ڏسڻ ساڻ عاشق تہ ڪيئي ڪُهن ٿيون
اهي ناز پريون نازڪ نماڻيون
عاشقن ڪُهڻَ لَءِ سهجون ساماڻيون
تکا تير مزگن جا بيشڪ هڻن ٿيون
ڏاڍي ناز واريون نينهن نہ نڀائن
چيو مون کي مرشد اصل بيوفا هِن
زورا زور زوري بانوريون وڙهن ٿيون
تکا تير مزگن جا ابرُو ڪمانِي
سپر سينو منهنجو هڻ هڻ تون جاني
اِهي ناز پريون ڪڏهن نہ مڙن ٿيون
ڪڏي ڪرن سودو سدائين ٿيون سر جو
ڏسي طالبُو تَوَ ڪڏهن ڪينَ مُڙجو
بيڪس سان بازر ۾ اُمالڪ اَڙن ٿيون



ـ روپ گجري





ساجن سائين سير ڪرڻ لئہ، آيو تي انسان
ڪاتي ڪافر گبر يهودي، ڪاتي مسلمان
ڪاتي مذهب جو مونجهارو، ڪاتي بي ايمان
ڪاتي بيڪس طالب ٿئي ٿو، بيدل پير مُغان

روپ بروو -



آهيان پاڻ الله، عشقون ٿو هت عبد سڏايان
هتڙي ٻانهو ٻانهن جو، هُتڙي شاهن شاه
هتڙي مانو مات وَهان ٿو، هت دهشت جو درياه
اِلانسان سري واناسره، عوشاقن آگاه
وهو معڪم اينما ڪُنتم، جت ڪٿ ساڳيو آه
بيڪس رک تون دل ۾، وحدت جو ويساه

روپ بروو -



يار سجڻ جو ڪم اِهوئي، نياز تہ ڪٿي ناز
ڪاتي ملان منڪر موذي، ڪاتي رندي راز
ڪاتي مارِي ڪاتي قاهي، ڪاتي تيو شهباز
ڪاتي عاشق ٻيرا ٻير، ڪاتي تيز انداز
بيدل ڪئي تلقين اِهائي، بيڪس بعد مجاز

روپ بروو -





جي درسن ڏين هڪواري، سئو پيرا مان صدقي ويندي

- گهٽ گهٽ گهوٽ مون کي تو گهايو، تنهنجي جدائيءَ جيءُ جلايو
جي تون دوست ڏئين دلداري، هيءَ مُئي ڪڙي ٿي پوندي.

- ساهه سورن سان سڄڻ سلهاڙيو، ماڻن سان منا جان جلايو
ڪانُ ڏاڍو هَنيو ڪو ڪاري، جدائيءَ ۾ هيءَ ڪيئن جيئندي

- دل ۾ درد دکايو ڏونهون، سورن سان من تيڙيو سونهون
سدا طلب اوهان جي آ تاري، توهان بِن هت نا رهندي

- محبوبن جي ڪار ڪُهڻ جي، عوشاقن جي عادت آهه سَهڻ جي
واه سڄڻ تنهنجي ساري، سور ايڏا دل ڪيئن سهندي

- بيڪس بيوس عرض ڪري ٿو، عرض پنهنجي جو غرض گهري ٿو
مون سان يار رکي تو ياري، پلپل پُنيءَ تنهنجي پوندي
- روپ بروو.







پاروچل سان جيڏيون، منهنجي شل ڪا رَهي رَهي
- جان جدائي آهه جلائي، سور ساه نه ٿو سَهي سَهي
- من طلب شيءِ جدوجد، ڳولهيندڙ ٿو لَهي لَهي
- ننگ نماڻيءَ جو توتي آهي، ترت سنڀاليو تَهي تَهي
- جي ٿيرن وسهو بيڪس اندر، درد جو درياء ٿو وَهي وَهي
- روپ ڪوهياري



ڪڏ ته پنهونءَ جي پني پني، شل وجي ڪيچ مران
- ڏاڍن پنهنجو ڏاڍ ڏيکاريو، پجي ويا پيچ پني پني
- دم دم دلڙي ڪيئي ديواني، آيل ڳالهه تَن جي اِني اِني
- ڪانگا چئجانءِ راه رڙي تي، جا چڙيو ملهه ڳني ڳني
- ننگ ته نماڻيءَ جو بلڪل ڪٽندا، ڪوڙي آهيان توڙي ڪني ڪني
- بيڪس بيوس ساٿ پنهنجي ڪان، چاڪئون ويڙا چني چني
- روپ ڪوهياري







کميني کيچن ڏي روحاني رڙهندي
روحاني رڙهندي، رند وني وڙهندي.

- ڏاڍا ڏونگر ڏيھ جا،
چاڙهيون سپ چڙهندي
- ڏئي باھ ينيپور کي،
هيءَ سورن ۾ سڙندي.
- هلي هيڪاندي راھ تي،
مِڙن ۾ مَرندي
- بيڪس باھ تہ برھ جي
ڏسي نا ڏرندي

- روپ کوهياري







پنهل وني ويا ڪري مون سان ڏاڙو
ڏسو ڏيرن جي اِها ڏاڍائي

- پانيم آيا ڏسڻ ياڇائي، اصلئون من ۾ هُيَن منڌائي
مون خوش ٿي ٻُڌايو پنهنجو پاڙو، تہ پيتار منهنجي جا آيا هِن پائي

- سنجهي پئي سنبريا ڪري صلاحُون، آءُ ڪڙي هُيس ٻڌي ٻانهُون
سورن ڏنو تہ ساهہ کي ساڙو، جو وطن وڃڻ جي مون سمجهي نہ وائي

- پٽ آريءَ جا هُيا اڪابر، ذات زوراور هُيا جت جابر
لاغرض ڪيو ڪونہ لاڙو، جانب نيائون ڪري تہ جدائي

- بيڪس ڪري ٿو وس تہ وَڏائي، سڪ اندر ۾ آهي سدائي
راتيان ڏينهان اَتم راڙو، من طلب شيءِ ملندم جائي
- روپ ڪوهياري







برهہ پلي ڪري آئين تون، تنهنجا پئي پنڌ پُڇايان

- منصور جهڙو مرد مارايئہ، صوفي صاحب کي نيزي چاڙهيہ
مرحبا عشق آئين تون، سوليءَ تي سر سنيائيان.

- ڳل صنعان جي جٽيو پايو، شيخ عطار جو سر ڪَٽايو
اهو ساڳيو آهين تون، تنهنجو ئي طالب آهيان.

- سر برهان بار ملامت، شيخ بلاول تي تهمت
رنگ ۾ يار سمائين تون، بيرنگي ڇيو مان آهيان

ڪر مقبول هي سر بيڪس جو، شاهہ منصور جيان هن بيوس جو
عقل ايمان ڪپائين تون، تڏهن اناالحق الائيان
- روپ جوڳ








گروپس گرنار ۾، هئ هئ منهنجو حال-
هيٺو حال-
- خوديءَ مون کي خراب ڪيو، ابتر ٿيو احوال
ٿيو احوال
- هادي هٿئون ڪو پانهنجي، ڏي مون ڪيف ڪلال
ڪيف ڪلال
- ڪر احساني عشق جي، ٻي سڀ ڪيِ مقال
ڪيِ مقال
- حرف هڪو همہ اوست جو، ٻيا سڀ خام خيال
خام خيال
- بيدل نانءُ الله جي، پنهنجو بخش وصال
بخش وصال
- رهبر ٿيو اچي راه ۾، بيڪس کي برحال
تون برحال

روپ جوڳ







ٻاروچو ٻڌي، ٻاڏايان ٿي، شل ڪا مهر ڪري
مهينا سال ڪيئي گوندر ۾ گذريا
هڪڙي ساعت ساهه ڪان ويڙهيچا نہ وساريا
انهن دل ڪئي ڏاڍي، جو وڃي وينا پري
- آءُ هيس جيڪر ڏاري محبت ماري
گاموهن جيڏيون گوندر دل ٻاري
دلڙي درد پيري، من ۾ تي باهہ ٻري
- سرتيون سور سٺو، ٿي منهن تي هٿ هٽان
ڏينهن ڏکن ۾ جيڏيون گهاريندي ٿيم گهٽان
سورن منجهہ ٿي سڙان، من ڪو اوڏنهن وري
- آءُ هت هيڪلي آهيان، توهين هُت خوش وَسو سرتيون
ماروئڙا ملير ۾ خوش ٿي کوٽن تا ڏرتيون
ٻيُون پيڪن پرتيون، بغلَ وَتن ٿيون پري
- تنهنجي فراق ڦٽيو، تڏهن بيڪس ٿيو بيوس
رَندَنِ تي پيو رڙندو، وٺي گاموهن جا گس
ناهي طمع مال جي، ماريس ذوق ذري
- روپ جوڳ







کونهي هوت پاڄهون کو اَڄهو
جت ڏير ڏئي ويا مئيءَ کي ڏجهو
کوکان کيم کيهان گهٽيون
رندن متي ريهان رڙيون
لڳو درد دلبر جو ڳجهو
چوٽيون ڏيو مئيءَ کي مَنديون
هرکا ڏسي پنهنجون بديون
چوٽيون روح پنهنجي ۾ رَجهو
آءُ اَذا اوڻي الله لڳ
ڏس ڏي پنهل منهنجو کهڙي دڳ
اِهو جبل جهاڳڻ پيو جهنجهو
بيکس چوي اِنهيءَ بحر ۾
هڻ تون تبي لس لهر ۾
صدقي سيد جي سرڙو بچو

- روپ جونپوري







بيڪس سان بي پرواهي، ناهہ مناسب منٿا توکي
- ويس بسنت ۾ ڏِنوَ ڏيکاري، گهٽ گهٽ تنهنجا نين خماري
شان رکيو تو شاهي
- بره نسبت ڪِليو چوڏاري، ڪاٽي دام تہ ڪاٽي ماري
واه مند عجائب آئي
- ويکو سنئيان يار پيارا، ظاهر باطن نور نيارا
وهواه ڪرندا شاهہ گدائي
- تخت هزاري دا شاهہ سيلاني، چاڪ سڏاڪر آيا جاني
ڪٺ بابل تي ڪٺِ مائي
- ويس وٽاڪي آيا اِتاهين، بيشڪ بيدل مرشد سائين
خاصُ، رکندا خيال خدائي
- بيڪس بلڪل ڪرتون وارو، هڻ تون وحدت نينهَن جو نعرو
ڪڻ عشق عجيب الاهي

- روپ بسنت







عجب رمزان تو يار لائين، لائين برهہ بچائين

ليئو لالن جڏهن تون پائين، جبل طور جلائين

مُلڪ غلمان حوران حيرت ۾، پريون ديو ڦاسائين

قاضي بہ رام رام ڪرن ٿا، ملان نينهون نچائين

وري ظاهر ٿي بازر ۾، بيڪس نام سڏائين

ـ روپ قصوري







بينا منجھ بازار، لاھوتي مون لَکِيا.

- پيرين پراٽا ڪرڪٽا، زرد سندن رخسار.

- ڪنھن نہ اُنھان ڪون لکيا، ساري منجھ سنسار.

- بينا ھا بازار ۾، درسن ڪن ديدار.

- سامن کي سھيون ڪري، طالب ڪو تڪرار.

- ڏسي ھن نڌر کي، ڪيائون تند تنوار.

- چمي شامل چاھ سان، پرين جي پيزار.

- بخشئون بيڪس کي، عشق وارو آزار.

- سناسين سُڏاريو، ڪريان شڪر گذار.

(روپ پورب)







ڏکي جاني تون سوين جامان

ڪرين هُل هنگامان.

- درد مندن جي دل ۾، دلبر، وڃن درد دمامان.

- دلربا ڏس ڏيان ڏري تون، آتش عشق جي ڪامان.

- اُلا عشق تهنجي جي ٻاريا، سي ڪڏهن ڪين اُجهاميان.

- بيڪس حاصل ڪيون بازر ۾ ، محبت واريون مامان.

(روپ قصوري)







# سنڌي بيت ۽ ڏوهيڙا

## مارئي

قسمت آندو ڪوٽ ۾، اڳ نہ ڏٺو مون هيءُ
بيڪس لاءِ بره جو، تو جنجل وڌو جيءُ
راجا راضي ٿيءُ، تہ بيوس ڇٽي بند مان



عمر اباڻن جا، پَلپل پونِ پُور
نيزا نينهن اندر ۾ گهايو وجهنِ گهور
بيڪس هنڙي بند ۾، جهليو ڪنهن ضرور
سنگهارن جي سور، اندر منهنجو اڌ ڪيو



مَاءُ چوي پئي موٽ مارئي ملير ڏي
سرتيون سڀ سنيالن توکي گهٽو گهرئي توگهوٽ
قابو ڪيئہ ڪوٽ، نہ تہ روح اَباڻي راڄ ۾



رات وري آئيا، مارو ٽڙا ملير ۾
لڌم خواب خوشيءَ جو، تہ چرڻ مولا ملايا
وري وسائيا، پلي پاڙ پٿن جا







## مومل ۽ راڻو

راڻا رسامان ڪرين، ڏس ماڻهو مُئا وڃن
آءُ تہ پرچون پاڻ ۾، دل جا داغ لَهن
آلا ڦٽ فراق جا، چِٽيا ڪين ڇُٽن
پڇاڻان پرين، راڻا رُسِين ڪِن سان



راڻا رسڻ ڇڏ، اڄ تہ پرچون پاڻ ۾
ڪر پلائي بيڪس ڇوي گولي ڪي تون گڏ
هيٺي هڏ ۾ ڇڏ، نہ تہ مئي سٽيندين مينڌرا



مومل ٿي مرئي مينڌرا، جنهن سان جيءَ جڙي
پاڻ هٽي ٿي پَٽ تي، منجهون روح رڙي
تَنهن جي لوءِ لڙي، آهون سٽي اچيچ تون.







# سورٺ ۽ راءِ ڏياچ

سورن جو ساز ڪٽي، ٻيجل ٻڌايو
سُر تنهين ۾ سوز جو ڳڙه پاس ڳايو
بيڪس باه بره جي، تندن کي تپايو
سگهو ڪر سعيو، سر ڏيڻ جو سهٽا



سورٺ چوي ٻيجل کي، مگٽا وچ موتي
ٻڌي تو ڀڳڙ، جيئن چنبن ۾ چوتي
تنهنجي من ۾ ڪوتي، جو مڙئين نٽو مگٽا







# بسنت

آئي رُتِ بسنت جي، بره ڪئي برسات
گل ڦل باغ بهاريا، پره ڦُٽي پرڀات
برهه واري بات، بيڪس ساڻ بيدل ڪئي



موسم ٿي ميلاپ جي، بره وُٺي برسات
ملڪ فلڪ مستان ٿيا، حورن ڪئي هيهات
بره عجائب بات، بيڪس کي بازر ۾



آئي مند ميلاپ جي، بره ڪيو باران
ملڪن کي مستي ٿي حوران ٿيون حيران
برهه ڪيو بيران، بيڪس کي بازر ۾







# سارنگ

هل پيو منجهہ ملڪ فلڪ بادل ٿو برسي
گل ڦل باغ بهاريا، تِر نٿو ترسي
سبزو ٿيو سرسي، بيڪس کي بره جو



سارنگ سر سسنيپائيو، ڪارا ڪري ڪيسَ
سو رستي ۾ گوڙ ڪيا، دوست هجي شل ديس
جي پرين ويا پرديس، سي مينهن موٽي ميڙيا



سارنگ ساز سنيائيا، ابر باراني
مَلڪن کي مستي ٿي، ٿي حورن حيراني
ڪيو بره بيراني، مِينهَن منجهان موج ٿي







# جوڳ

اُتي جوڳي جاڳ، سمهڻ منجهان سور ٿئي
تون سياڳا سمهي پوين، ننڊ جو ناڻءُ نياڳ
بيڪس چوي ياڳ، اپريو ئي لٿو ٿئي



اُتي جوڳي جوڙ، سنگيون ساز صبوح جون
پيو نہ پاسا موڙ، متان وڃئي وير وهاڳ جي



سناسين مان سور، بيڪس پرايو برهہ جو
جوش وڏائون جان ۾ هاڻي وڃي ٿو وهلور
ڪو جو پرايم پور، سنياسين جي سنگ مون.



هندو مومن ناهہ ڪو، آهي پاڻ الله
فنا سندي فڪر ۾ ڪاهيو دلڙي ڪاه
بيڪس ڇڏ بهانا، راهي ٿي وٺ راه
تنهنجو ساهہ پساه، سمائيندو نہ سرير ۾







# متفرقا ڏوهيڙا

ڪاريهر جي ہر ۾، جڪو وجهي هَٿُ
جي ڪڍيس ست، تہ ڪاريهرئي نہ ڪونجي



قاضي ملان چا ڪندا آهي عشق اسان جو امام
بيڪس جي بره جو آهي ملن ۾ ماتام
لونءَ لونءَ منجهہ لغام، بيڪس ڪي آهي بره جو



عاشق سڏائين، رکين سانگو سِر جو
عجيباٽي آگ ۾، چو پاڙ نہ پچائين
ريجهہ بنارائين، ڪيئن پرين ڪندءِ پنهنجو





هيئن نہ لائق هوءِ، مارڻ مسڪينن کي
چوري چڏي چپرين، متان پڇتائين پوءِ
ائين نہ گهربو هوءِ، جو بيڪس کي بيران ڪيئہ



بيڪس ڪي بازر ۾، برهہ ڪيو بيران
سڪي ۽ سيڏائي گهٽو، هوتن لئہ حيران
محبت جو مهراڻ، ڇوهون ٿو ڇوليون هٽي



بيڪس ڪي بيدل ڪئي توڙوئون هيءَ تلقين
اُتي انالحق جي برهون وڃائج بين
درد هڪو درڪار رکج، ڇڏ ڪفر ۽ دين
عشق وارِي آمين، حسن ۾ حيرت ڪئي



ٻنگي هنيائون ٻاڻ، بيڪس ڪي برهہ جو
ڏينهان ڏيکارن ڏيهہ ڪي، سدا سينگاري ٻاڻ
راتيون روئن روح ۾، رويو ڪن رهاڻ
اهڙا جن اهڃاڻ، سي لاهوتي ڪنهن نہ لکيا



پير تہ منهنجو بادشاه، خاص جنهن جي خلوت
رنگ بدلي بيرنگ ڪري، اصل جي عادت
جڏهن شاه ڪري شفقت، تڏهن بيڪس من محسن ٿئي





بیدل بادشاہ بلکل ھادي دامن لڳیان دي لج پال
ـ ستگر میڈا رھبر میڈا، لھین تون میڈي آپ سنبھال
ـ اِتان اُتان تئن اُتي ننگ پئي، خادمان رک کو خیال
ـ اگلي رِگلي مئن تیڈي کنیزک، رمزین نال مڑ یال
ـ دلبر اساڈا نال اساڈي، ھو وَي ھمیش مج سوال
ـ بیکس جنھن دي در دابردا، شال میلین تنھندَي نال
ـ روپ آسا



مئن نون مار نہ مول، مایا مئن تہ ھان لاچاري
ـ ویکڑ سیتي مئن تہ پرایا،سیلاني کنُون سولُ
ـ قسمت مئن نُون آڑ یُلایا، ھڑ تُسان نہ گھتو یول
ـ مئن تہ دلاور دانا آھَیس، کیتا عشق اُول جلول
ـ درد کنون ڈوڑ گھتیندا بیکس، جوشئون پریندا جھول
ـ روپ بیاس







دیدان والَي دام، محکم کیتا مئن نُون
- بیدل بیشک سانون پلایا، جوش دا پرکر جام
- عشق عجائب وحدت والا، خیال ہئي سبِ خام
- ویک نیناندَي ناز نیارَي، قاضي پيي کھندَي رام
- تسبیح توڑ جٹیان ڳل پاوندَي، حسن دا ویک ھنگام
- بیکس سیالین سھر چڑھ آکِن، برھ کیتس بدنام
- روپ ڈناسري



ماھي مئن نُون بخشا سولان دا سال
نت برھون ساریان سنپاران، پرت کیتا پئیمال
- روئندي پٹیندي عمر گُذاري. جند جان میڈي ڳاراٹي ڳاري
در تیڈَي تي کرندیان زاري، جلدیان وچ جال
- تئن نُون ساریان ڈینھان راتیان، برہ تیڈي دیان کریندیان باتیان
تون ول مارین قھر دیان کاتیان، بر کیتا بي حال
- عشق الستي ناگہُ آیا، مئن نازک نون نینھن نوایا
زورا زوري برہ بچایا، ڳیا سبِ ھوش حوَال
- راتیان ڈینھان دل دیواني، نت نت کریندي جاني جاني
جاني دا مٹ نہ کو ثاني، توڑي ھووي خود خیال
- نال پنھاندَي رلمل پھَندا، ساہ ویچارا سور نہ سھندا
ول ول جاني دل نون کھندا، دل دردئون کري ڈمال
- بیکس بیوس نھین چلندا، نال رقیبان جاني رَلدا
درسن اھیندا مشکلِ مِلدا، عشق نیتا احوال
- روپ وھاڳ





